از قلم

صاحبزاده مُحمّد ڪرم الله الاهيُ قادري نقشبندي

المعرُوف (دلبر سائين) مدّظلهُ العالي.

درگاهه فضل آباد شريف، ماتلي.

ناشر: جامعہ مدينة العلم ملير، ڪراچي

ڪتاب جو نالو : **روئڻ واري اک**

مصنف : پيرِ طريقت تابع شريعت حضرت پير محمد ڪرم الله مدني.
قادري نقشبندي (المعروف دلبر سائين) مدظلہ العالي.
سجاده نشين درگاهہ فضل آباد شريف، ماتلي ضلع بدين.

ڇاپو : پنجون.

تعداد : يارهن سو.

تاريخ : محرم الحرام 1438 ھ

ڇپائيندڙ : فقير محمد نواز مجذوب

ڪمپوزنگ : فقير محمد اسماعيل چنا ڪرمي.

ناشر : جامعہ مدينة العلم صالح آباد، ملير ڪراچي.

هديہ :

# فهرست مضامين

## ڪجهه هن ڪتاب جي باري ۾ :

هٰذَا بَيَانٌ لِّلنَّاسِ وَهُدًى وَّمَوْعِظَةٌ لِّلْمُتَّقِيْنَ (آل عمران:138)

هي ماڻهن لاءِ بيان آهي ۽ پرهيزگارن لاءِ هدايت ۽ نصيحت آهي.

اڄ جو انسان پريشان حال زندگي مان گذري رهيو آهي. سڪون قرار ناهي، روح کي راحت ناهي. هن ڪتاب ۾ انهن پريشانين جي قرآني حل بيان ڪيو ويو آهي.

"**روئڻ واري اک**" هي ڪتاب آهي جنهن ۾ وعظ و نصيحت به آهي ته علم و عبرت به آهي تبشير به آهي، تنذير به آهي. خوف آهي، خوشي به آهي. هي ڪتاب عقل کي جهنجهوڙي ٿو، گناهن کان ماڻهو کي موڙي ٿو. دل دنيا کان ٽوڙي ٿو، محبوب حقيقي سان محبت جوڙي ٿو. هي ڪتاب استاد شفيق آهي. سفر جو رفيق آهي. هي ڪتاب اڪيلائي جو انيس آهي، واندڪائي جو جليس آهي. هي ڪتاب اکين کي رئاري ٿو، مئل دل کي جياري ٿو. هن ڪتاب ۾ عقل وارن لاءِ وڏيون نصيحتون آهن. هڪ ڀيرو دل سان هي ڪتاب پڙهندڙ انشاءالله گهڻو ڪجهه پرائي ويندو.

محمد ڪرم الله مدني نقشبندي قادري

دربار فضل آباد شريف، ماتلي، ضلع بدين، سنڌ

20 صفر 1421 هه

# اِنتِسَاب

آءُ پنهنجي هن نماڻي ڪتاب کي منهنجي مرشد ڪريم
**"حضرت محبوب الاهي"**

جي انهن مبارڪ اکين ڏانهن منسوب ڪريان ٿو، جي هر وقت حبيبن جي حب ۾ روئنديون رهنديون هيون. انهن محبت ۾ مخمور ۽ مجبور اکين جي نالي! جي سدائين ساجن جي سِڪ ۾ آليون ئي آليون رهنديون هيون. انهن پُسيل پِنبڻين جي نالي جن محبوب جي محبت ۾ لکين لڙڪ وهايا. انهن اکين جي نالي جن محبت جا موتي هارينديون راتيون وهائي ڏينهن ڪيا، سُڏڪندي ۽ ڏُسڪندي ڏينهن گذاري راتيون ڪيون. انهن نيڻن جي نالي جي نياڻَن ۽ نيُن وانگر وِرھ ۾ وهندا رهيا.

*گر قبول افتد زہے عز و شرف*

محمد ڪرم الله الاهي

# باب پهريون

## روئڻ جي حقيقت

روئڻ ڇا آهي؟ روئڻ ڇو ايندو آهي؟
روئڻ جا قسم ڪهڙا آهن؟
هي ساري دنيا روئڻ جو جهان آهي.
هن جڳ جي هر چيز روئندي آهي.
آسمان، زمين جبل، پهاڙ، وڻ ٽِڻَ، ٻوٽا سڀ روئن ٿا.
اکين جو سينگار روئڻ آهي. روئڻ نہ هجي تہ اکين
جو ڪهڙو فائدو؟
روئڻ مُشڪل ڪُشا آهي.
رب اڳان روئڻ سان هر مشڪل حل ٿئي ٿي.
جڏهن ٻانهو رب اڳيان روئڻ ڇڏي ڏيندو آهي،
تڏهن ئي ان جي مشڪلاتن جا ڏينهن شروع
ٿي ويندا آهن.

روئي رات وِهاءِ، سُتو ڪيئن ننڊون ڪرين
صباح ساز سنداءِ، پيا رهندا پَٽَ ۾

بسم الله الرحمان الرحيم

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ وَالصَّلوٰةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى سَيِّدِ الْاَنْبِيَاءِ وَالْمُرْسَلِيْنَ وَعَلٰى آلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ اَجْمَعِيْنَ اِلٰى يَوْمِ الدِّيْن

چاڻڻ گهرجي تہ هر مخلوق کي الله پاڪ ڪونہ ڪو پيدائشي هنر عطا ڪندو آهي. ان جي زندگي ۾ جياپي جو دارومدار ئي ان هنر تي هوندو آهي. جيئن چوپاين کي هلڻ جو هنر، پکين کي اڏامڻ جو هنر، پاڻي واري جانورن کي ترڻ جو هنر، تانجو بدڪ جو ٻچڙو جيڪڏهن هڪ ڏينهن جو ڇاول هجي تہ بہ درياءَ جو تار پاڻي ان کي سيني تي مس ايندو آهي.

بچہ ءِ بط اگر شبینہ بود ❊ آب دریاش تابہ سینہ بود

**انسان جو پيدائشي هنر** : انسان کي الله پاڪ ڄمندي کان ئي ”روئڻ“ جو هنر عطا ڪيو آهي. انسان جڏهن هن دنيا ۾ ايندو آهي تہ روئندو ايندو آهي. ٻارڙو جڏهن جيجل جي پيٽ مان هن رنگ ۽ بوءِ جي جهان ۾ نمودار ٿيندو آهي تہ ان جو پهريون ڪم ”روئڻ“ هوندو آهي. نہ ڄاڻي هندي نہ سنڌي، نہ بلوچي نہ بنگالي، نہ عربي نہ سربي، نہ انگريزي نہ چنگيزي، بس ٻارڙو تہ صرف روئڻ ڄاڻندو آهي. روئڻ سان ئي ان جا سڀ ڪم سرانجام ٿيندا آهن. جيڪڏهن بک لڳيس تہ روئي، جي اڄ لڳيس تہ روئي، جي سردي لڳيس تہ روئي، جي گرمي لڳيس تہ روئي، جي ڪٽي سُور پويس تہ روئي، هيڏهون ٻارڙو روئندو هوڏهون جيجل ماءُ ان کي جهولي ۾ کڻندي ۽ ان جي گهربل ضرورت

پوري ڪندي. چوندا آهن تہ :

”روئڻ ڪان سواءِ تہ ماءُ بہ ٻار کي کير نہ پيارينديآهي.“

بس ٻار جو ڏندو آهي روئڻ، ان جو هنر ۽ فن آهي روئڻ، ان جو ڪاروبار آهي روئڻ، ان جي نوڪري آهي روئڻ.

**حضرت انسان** کي روئڻ ڏاج ۾ مليو آهي. هيءَ ساري دنيا ئي روئڻ جو گهر آهي. ابوالبشر حضرت آدم عليہ السلام جنت کان دنيا ۾ آيو تہ روئندو آيو. ڏاڏي حوا هن جڳ ۾ آئي تہ روئندي آئي. باعثِ تخليقِ ڪائنات، فخرِ موجودات حضرت محمد عربي ﷺ جن دنيا ۾ آيا تہ امت لاءِ روئندا آيا.

**روئڻ جو جهان** : هي ديس ئي روئڻ وارن جو آهي. نبيءَ روئڻ ۾، وليءَ روئڻ ۾، امير روئڻ ۾، غريب روئڻ ۾، صغير روئڻ ۾، ڪبير روئڻ ۾، مرد روئڻ ۾، عورتون روئڻ ۾، بيماري تہ روئڻ ۾، موت تہ روئڻ ۾، فوت تہ روئڻ ۾، عشق تہ روئڻ ۾، فسق تہ روئڻ ۾، ٻارڙائپ تہ روئڻ ڪراڙپ تہ روئڻ. الغرض ڪهڙو ماڻهو آهي جيڪو روئڻ کان واندو آهي؟ انسان جي ڪهڙي ڪيفيت آهي جيڪا روئڻ کان خالي آهي؟ ڏک ۽ غم ۾ تہ روئڻ پر حد ٿي وئي جو انسان ويچارو گهڻي خوشي ڏسندو آهي تہ بہ لڙڪ وهائي ويهندو آهي. روئڻ انسان جي ساري زندگي تي حاوي آهي. انسان روئڻ جو ڪٺيو ڪاڏو آهي. ننڍپڻ ۾ ماءُ پيءُ اڳيان تہ وڏپڻ ۾ رب ڪريم اڳيان روئبو آهي.

## روئڻ ڇا آهي؟

روئڻ ڇا آهي؟ روئڻ جو ايندو آهي؟ ان بابت علماء جا مختلف رايا آهن. حقيقت هي آهي تہ انسان دنيا ۾ جن حالتن مان گذري ٿو، جي ڳالهيون اکين سان ڏسي ٿو تہ لازمي طرح انهن ڳالهين جو اثر سندس طبيعت تي پوي ٿو. انسان جي من ۾ اندر کي جذبا جوش کائن ٿا. کي کيفيتون وارد ٿين ٿيون. مجموعي طرح اهي کيفيتون ڏهہ قسمن جون هونديون آهن.

1. محبت 2. نفرت 3. خوشي 4. پريشاني 5. ڪاوڙ
6. بي پرواهي 7. نيازمندي 8. خوف 9. کِلڻ 10. روئڻ

روئڻ دل جي ڳجهين ڪيفيتن جو اظهار آهي.

روئڻ ۽ رڙڻ، آهون ڪڍڻ ۽ هنجون هارڻ آسان ڳالهہ نہ آهي.

لڙڪ دل جي خزاني جا بي بها ماڻڪ موتي ۽ هيرا لال آهن.

هڪ بزرگ ابو عبيدالله براثي فرمائيندو هيو تہ "تيستائين اک مان ڳوڙها نہ ٿا نڪرن جيستائين دل ۾ سوزش نہ ٿي پيدا ٿئي."

حضرت ڪعب رضي الله عنه فرمايو آهي تہ "ٻانهو تيستائين نہ روئندو آهي مگر الله پاڪ هڪ ملائڪ موڪليندو آهي جيڪو اچي ٻانهي جي جگر کي پرَ هڻندو آهي، ان کان پوءِ ئي روئڻ ايندو آهي."

امام راغب اصفهاني "مفردات القرآن" ۾ فرمايو آهي تہ:

اَلْبُكَاءُ: هُوَ سِيلَانُ الدُّمُوعِ مِنَ الحُزْنِ وَالعَويل

روئڻ ڇا آهي؟ ڪنهن غم ڏک جي سببان اکين منجهان لڙڪن وهڻ کي روئڻ چيو ويندو آهي. پر جيئن کِلڻ ڪڏهن ٽهڪن جي آواز بنا ٿيندو آهي تيئن روئڻ بہ ڪڏهن بنا آواز ۽ لڙڪن جي بہ ٿيندو آهي.

فما بکت عليهم السمآء: انهن تي آسمان ڪونہ رونو.

مان مراد اهو روئڻ آهي.

## روئڻ جا قسم

شيخ ابن قيم ”زاد المعاد“ ۾ لکيو آهي تہ : روئڻ جا ڏهہ قسم آهن.

1) خوف ۽ خشيت جو روئڻ
2) شوق ۽ محبت جو روئڻ
3) سُرور ۽ فرحت جو روئڻ
4) نرمي ۽ رحمت جو روئڻ
5) ڪرايہ ۽ اُجرت جو روئڻ
6) سنگت سان موافقت جو روئڻ
7) بيماري ۽ پيري جو روئڻ
8) ڪوڙ ۽ مڪاري جو روئڻ
9) درد ۽ سُور ڪان پٽڻ

(زاد المعاد،جلد اول ص: 177)

ماضيءَ جي ڪنهن گذريل ڳالھ جي ارمان يا محبوب جي جدائي ۾ روئڻ کي ڏک جو روئڻ چئبو آهي. مستقبل ۾ ايندڙ ڪنهن ڳالھ جي فڪر ۾ روئڻ کي خوف جو روئڻ چئبو آهي. انسان جي

طبيعت ايتري تہ نازڪ ۽ حساس هوندي آهي جو ڪڏهن گهڻي خوشي يا فرحت ملندي اٿس تہ اکيون آليون ڪري ويهندو آهي پر خوشيءَ جا ڳوڙها ٿڌا هوندا آهن ۽ قلب گلاب جي ٽڙيل گل وانگر شاداب ٿي پوندو آهي. اندر ۾ لذت ۽ فرحت محسوس ٿيندي آهي، پر غم جا ڳوڙها گرم هوندا آهن. دل گهوماٽيل ۽ ڪُوماٽَل گل وانگر مُرجهايل هوندي آهي. ڪڏهن روئڻ بنا آواز بنا سڏڪن ۽ آهُن جي هوندو آهي. اکيون گونگي مِينهن مثل وسنديون رهنديون آهن. ڪڏهن آهُن جا آواز سوز جا سُڏڪا، ساوڻ جي مِينهن مثل گجگوڙون پيا ڪندا آهن ۽ اکيون تيز بارش وانگر آب هارينديون رهنديون آهن. حضرت امام محدث و محقق شيخ عبدالرؤف مناوي رحمة الله عليه روئڻ جا قسم بيان ڪندي لکن ٿا تہ :

اَلبُکَاءُ مِنْ حُزْنٍ وَ هُوَ بُکَاءُ الدَّائُود

وَبُکَاءُ الشَّوقِ وَ هُوَ بُکَاءُ اِبْرَاهِيْم

هڪڙو روئڻ غم ڪان هوندو آهي جيئن حضرت دائود جو روئڻ.

ٻيو روئڻ شوق جو هوندو آهي جيئن حضرت ابراهيم جو روئڻ.

ٽيون روئڻ محبت جو هوندو آهي جيئن سيد المعصومين رحمت اللعالمين امام الانبياء والمرسلين سيدالثقلين نور العينين جد الحسن و الحسين سردارِ دوجهان حضرت محبوب محمد ڪريم ﷺ جو روئڻ.

# ڏُکويون ڏُسڪن

جڏهن دل ۾ عشق جي آتش جلي ٿي من ۾ محبت جا شعلا ڀڙڪن ٿا ته انهن جو دونهون دماغ تائين پهچي ٿو ۽ بي وس اکيون آب هارڻ لڳن ٿيون.

ڏکويون ڏُسڪن، ڪاڻ ڏُسڪي ڏک رِي،
پيون ائين ئي سڏون ڪن، پر پِٽڻ واريون پڌريون.

**اکين جو سينگار** : سرمون يا ڪجل اکين جو سينگار نه آهي پر اکين جو سينگار محبت جا لڙڪ آهن.

اے خُنک چشمے که آن گریان اوست ❊ وے همایون دل که آن بریان اوست

کهڙي اها سهڻي اک آهي جيڪا محبوب خاطر روئندي وتي!
مبارڪ آهي اها دل جيڪا محبوب جي محبت ۾ پُگل آهي.

پئے دیدار جانان خوب بهتر ❊ ولے بے رو، جانان کور بهتر

محبوب جي ديدار خاطر روئندڙ اکيون ڏاڍيون سهڻيون آهن. يار جي ديدار کان سواءِ اکيون انڌيون هجن ته ڀلو.

حضرت ثابت بناني رحمة الله عليه جو اکيون خراب ٿي پيون. حڪيم علاج ڪيو. چيائين هڪ وعدو ڪيو ته اکين جلد تندرست ٿي پونديون پنهنجو روئڻ بند ڪيو. پاڻ فرمايائون ته اگر اک روئي نه، ته ان ۾ ڪا به ڀلائي نه آهي. اکين جو سينگار ته آهن ئي **"لڙڪ"**.

## اک : عين

عربيءَ ۾ اک کي عين چيو ويندو آهي ۽ چشمي کي بہ عربيءَ ۾ عين چيو ويندو آهي جيئن چشمو پاڻيءَ کان سواءِ بيڪار آهي، تيئن اک بہ ڳوڙهن کان سواءِ بيڪار آهي.

چشمي جي پاڻيءَ سان گل ٻوٽا، ساوڪ ۽ آباديون پيدا ٿينديون آهن تہ اکين جي پاڻيءَ سان جنت جا باغ باغيچا گل ۽ گلزاريون پيدا ٿينديون آهن.

چشمي جو پاڻي ظاهري پليتيون ڌوئندو آهي پر اک جو پاڻي باطني خباثتون ڌوئي اندر کي پاڪ ڪندو آهي.

چشمي جو پاڻي بدن کي پاڪ ڪندو آهي پر اکين جو پاڻي دل ۽ روح کي پاڪ ڪندو آهي. چشمي جي پاڻي سان پيدا ٿيل آباديون فنا ٿي وينديون پر اکين جو پاڻيءَ سان آباد ٿيل جنت جا باغ ۽ باغيچا ڪڏهن بہ فنا نہ ٿيندا.

چشمي جي پاڻيءَ سان دنيا جي باهہ اجهائبي آهي پر اکين جي پاڻي سان جهنم جي باهہ جا آڙاهہ اجهامي ويندا آهن. جيئن حضرت بلال حبشي رضي الله عنہ کي محبوبن ڪريمن فرمايو تہ :

يَا بِلَالُ نَارٌ لَا يُطْفِئُهَا اِلَّا مَاءُ الْعَيْنِ

اي بلال جهنم جي باھ کي اکين جي ڳوڙهن کان سواءِ ٻي ڪا چيز نہ اجهائيندي آهي.

چشمن جو پاڻي ميزان ۾ ڪونہ تُرندو پر اکين جا ڳوڙها شهيدن جي رت وانگر عملن صالحن ۾ توريا ويندا.

حديث پاڪ ۾ آهي تہ ”روز محشر ميزان ۾ هڪ طرف ٻانهي جي ساري زندگي جا گناھ رکيا وڃن، ٻلي ڪٽي زمين آسمان کان ڳرا هجن ۽ ٻئي پُڙَ ۾ خدا جي خوف ۾ وهايل هڪ ڳوڙهو رکيو وڃي تہ اهو ڳوڙهو ڳرو ٿي ويندو.“

## روئڻ

- روئڻ دلين لاءِ راحت آهي.
- روئڻ غم کي هلڪو ڪندو آهي.
- روئڻ محبت وارن لاءِ هر لذت کان وڌيڪ لذيذ آهي.
- روئڻ هر نعمت کان وڏي نعمت آهي.
- روئڻ عاجزي جو اقرار آهي.
- روئڻ ٻانهپائي جو اظهار آهي.
- روئڻ کان جا اک نا آشنا آهي، اها بيڪار آهي.
- روئڻ نہ هجي تہ دليون غم ۾ ڦاٽي پون.
- روئڻ نہ هجي تہ عاشقن جا جگر پاره پاره ٿي پون.

اهو قلب جنهن ۾ نرمي نہ آهي، سو قلب بيمار آهي.

گناهن جي گهٽائي دل کي ڪارو بنائي ڇڏيندي آهي.

دل ڪاري ٿي وڃڻ سبب اکين جا نار سڪي ويندا آهن.

حضرت مڪحول شامي رحمه الله فرمايو آهي ته:

أَرَقُّ النَّاسِ قُلُوبًا أَقَلُّهُمْ ذُنُوبًا[1]

ماڻهن ۾ سڀني کان نرم دل اهو هوندو آهي جنهن جا گناهه سڀني کان گهٽ هوندا آهن.

جيترا گناهه گهڻا هوندا آهن اوتري دل ۾ سختي گهڻي هوندي آهي. ان لاءِ گناهن جي معافي وٺڻ، تهجد نماز پڙهڻ، بعد ۾ اکيون ڳوڙها ڳاڙن ٿيون.

## عظيم غلطي:

دنيا جي فڪراتن، ڳڻتين ۽ پريشانين ۾ ويڙهيل ۽ وڪوڙيل انسان سوچيندو آهي ته هن غمن مان ڪيئن نجات حاصل ڪيان؟ پوءِ پنهنجي دوستن احبابن دنيا جي مفاد پرست يارن اڳيان روئندو آهي ته ويتر ان جا حال هيڻا سور ٻيڻا ٿي ويندا آهن. اها انسان جي عظيم غلطي آهي. چوندا آهن ته:

**روئبو ان جي اڳيان آهي جيڪو ريجهائي**

ائين به چوندا آهن ته "انڌي جي اڳيان روئڻ اکين جو زيان آهي، دنياوي دوست مطلب جا يار هوندا آهن. مائٽ ۽ عزيز مطلب جا پوڇاري هوندا آهن.

---

[1] المجالسة وجواهر العلم (7/97)، حلية الأولياء (5 / 180)، الرقة والبكاء (ص: 75)

مارو مِٽَ ملير جا، سيئي پرکياسين،
سوکي پائي سيکو، اوکي تون هين تون،
مولا مٺان مون، هٿ نہ لاهج ٻاجھ جو.

**پائرو!** لوڀي ۽ مطلبي يارن اڳيان روئڻ پنهنجو پاڻ کي خوار ڪرڻو آهي. روئبو رب اڳيان جنهن جو پيار ۽ پاڀوھ رحم ۽ ڪرم پيءُ جي پيار ۽ ماءُ جي مامتا کان بہ ستر ڀيرا وڌيڪ آهي. جڏهن غمن ڏکن ۾ ڇڪنا چُور ٿيل ٻانهو سوز مان سُڏڪندي نِماڻا نيڻ وهائيندي، مالڪ ڪريم اڳيان اک آلي ڪندو آهي تہ مالڪ جي مهر جي درياءُ جوش ۾ اچي ويندو آ سي. پلڪ گهڙي ۾ ٻانهي جا ڏک الم ڪافور ٿي اڏامي ويندا آهن. الله جي رحمت ۽ عنايت جي عاجزي وارن ڳوڙهن تي عاشق هوندي آهي. رب جي سخاوت ٻانهي جي روئڻ ۽ رڙن واري ادا تي مشتاق هوندي آهي. جڏهن ٻانهو رب اڳيان روئڻ وساري ويهندو آهي تہ دنيا جي هزارين غمن ۾ روئڻو پوندو اٿس. اگر پنهنجي پريشان حالي، رب اڳيان روئي بيان ڪري تہ جيڪر سندس هر مصيبت ۽ شامت دور ٿي پوي. ڀٽائي فرمايو تہ:

ويٺي وَر نہ پَوَنِ، سُتي مِلَنِ نہ سُپِرين
جي مَٿي رَندَنِ رُئَنِ، ساڃَنُ مِلي تن کي

**عجيب حڪايت** : هڪ الله جو ٻانهو پنهنجي ننگر خاني لاءِ قرض کڻي بہ مهمانن جي خدمت ڪندو هيو. جڏهن سندس وصال جو وقت قريب آيو تہ سڀ قرض خواه اچي قرض گهرڻ لڳا.

پاڻ سيني کي ويهاريندو ويو تانجو هڪ ننڍو نينگر چٽن جو ٿالهہ مٿي تي رکي کپائڻ آيو. اُنَ الله جي ٻانهي اهو سارو ٿالهہ پنج روپئي ۾ خريد ڪري اُهي ڇولا مهمانن کي کارائي ڇڏيا. ڇوڪرَي پئسہ گهريا تہ بزرگ ڇوڪرَي کي چيو تہ ”هي سڀ منهنجا قرض خواه ويٺا آهن تون بہ انهن سان گڏجي ويهہ, الله ڏيندو تہ سيني جو قرض ادا ڪري ڏيندس.“ ٻارڙو دانهون ڪري روئڻ لڳو تہ مون کي جلدي پئسہ ڏيو نہ تہ امان ماريندي. ٿوري دير گذري تہ هڪ شخص گهوڙي سوار آيو. ان چيو تہ ”بزرگ جا قرض خواه سڀ اچو تہ قرض ادا ڪري ڏيان.“ اول ان ڇوڪرَي کي پوءِ ٻين سيني کي قرض ادا ڪري ڏنائين. پاڻ بہ هليو ويو بزرگ کان ماڻهن پڇيو تہ هي ڇا ماجرا آهي؟ فرمايائين تہ ”منهنجا قرض خواه تہ گهڻا هئا پر انهن ۾ روئڻ وارو ڪو بہ ڪونہ هيو. جڏهن قرض خواهن ۾ روئڻ وارو ڇوڪرو آيو تہ رب جي رحمت جوش ۾ آئي ۽ الله پاڪ غيبي طرح قرض ادائي جو انتظام ڪري ڏنو.“

مالڪ اڳيان روئڻ جو، ڪتيو ڪاڏو جن،
اٿن آڌيءَ رات جو، پِنبڻيون پُسِيل تَن،
”ڪرم الله“ ڪريم وٽ، رويو روز رئن،
سيئي سندا تن، مالڪ مطلب جوڙيا.

**خدائي ضمانت** : هڪ شخص بادشاهہ هارون رشيد جي دؤر ۾ قتل ٿي ويو. پوليس ويهہ ماڻهن کي گرفتار ڪري جيل ۾ موڪليو. انهن ويهن ۾ اٺويهہ چڱا شهر بغداد جا هئا.

هڪڙو ماڻهو مسافرو، اهو بہ ناحق زندان ۾ قيد ٿي ويو. شام تائين اٺويهہ ماڻهن جا مائٽ يار دوست آيا، انهن جون ضمانتون ٿي ويون اُهي آزاد ٿي ويا. بس باقي هڪ اهو مسافر جيل ۾ رهجي ويو. رات ٿي تہ ان مسافر سوچيو هاڻي هن پرديس ۾ ڪير بہ منهنجو يار نہ ڪو مددگار آهي! ڇو نہ پنهنجي ڪريم رب کان مدد وٺان! رات جي بيگاهہ وقت جڏهن سڀ ماڻهو سمهي پيا تہ هن مرد ڇا ڪيو جو مُنهن مٿي آسمان ڏانهن ڪري درد مان دانهن ڪري رب کي پڪاريائين" اي الله هن پرديس ۾ توريءَ پيو ڪوبہ منهنجو يار مددگار نہ آهي، آءُ تو رب کي پنهنجو ضامن بنايان ٿو. تون مون کي هن زندان مان آزاد ڪر." روئندو بہ رهيو رب کي پڪاريندو بہ رهيو. رات جي وقت بادشاهہ هارون رشيد ننڊ ۾ ستل هيو تہ خواب ۾ حڪم مليس تہ "اي هارون! جلدي وڃ اسان جي بيگناهہ گرفتار ٻانهي کي آزاد ڪر. ان ٻانهي جو مان رب پاڻ ضامن آهيان." اهو آواز ٻڌي هارون رشيد پاڻ اٿيو ڪنهن نوڪر چاڪر کي بہ نہ اٿاريائين. جيل خاني ۾ اچي ڏسي تہ هي مرد زاروزار روئي رب کي ٻاڏائي رهيو آهي. بادشاهہ وڃي ان کي جيل مان آزاد ڪيو. صبح جو ان کي پلي گهوڙي تي سوار ڪرائي ساري بغداد جي شهر ۾ اعلان ڪرايائين تہ هن خوشنصيب جي اچي زيارت ڪيو جنهن جو اڄ الله پاڻ ضامن ٿيو آهي. سبحان الله! ان لڙڪن هارڻ جو رب پاڪ وٽ ڪيترو قدر آهي.

هي لڙڪ منجهن اکين جڙڻ سچا موتي سِپَ ۾،
تن جا سوداگر سپرين ٿا وڏا قدر ڪن،
هي بلڪل بازارن مان ڪنهن کي ڪين مِلن،
نہ وِڪجن وينجِهار وٽ نہ هَٽن تي هجن،
”طالب مولا“ طلب ۾ جي ڪِريو لڙڪ پَون،
تن سُهڻن ۾ سچن، مُلهہ مورهون ناهہ ڪو.

**تن ڏينهن جي مزدوري** : هڪ درويش نهايت غريب مسڪين هيو. هڪ ڏينهن زال چيس تہ وڃ ڪجهہ ڪمائي اچ، ٻچڙا بک تي ويٺا آهن. درويش گهر مان مزدوري جي خيال سان نڪتو. دل ۾ سوچيائين تہ ڪهڙو ڪم ڪيان؟ ڪاڏي وڃان، ڪنهن جي وڃي مزدوري ڪيان؟ اندر مان آواز آيس تہ:

ڇا کي وَڃيو ڇو، پيلِي ٽِئين پِيَنِ جو؟
وَٽُ ڪَنجَڪَ ڪَرِيمَ جِي، جَڳَ جو والِي جو؛
سَؤکو هُوندو سو، جنهن جو عِشْقُ اَللهَ سين.

سو فقير صاحب هڪ مسجد ۾ وڃي الله جي عبادت شروع ڪيائين. سارو ڏينهن عبادت ڪندو رهيو. شام جو سڪڻ هٿن سان واپس گهر آيو. زال پڇيس تہ ڪجهہ ڪمائي آيو آهين يا نہ؟ چيائين هڪ وڏي مالڪ جي مزدوري ڪري آيو آهيان. ان مالڪ چيو آهي تہ سڀاڻي ٻن ڏينهن جي مزوري گڏ ڏبي. زال خاموش ٿي وئي. ٻئي ڏينهن وري زال اٿاريس تہ ٻچڙا بک تي ويٺا آهن ڪجهہ ڪمائي اچ.

فقير صاحب وري ٻئي ڏينهن به ان مسجد ۾ اچي عبادت، نماز نفل، ذڪر فڪر ۾ مشغول رهيو. شام جو گهر موٽيو ته زال پڇيس ته ڇا ڪمائي آيو آهين؟ چيائين جنهن مالڪ جي مزدوري ڪري آيو آهيان، اهو وڏن خزانن جو ڌڻي آهي. چيو اٿس ته سڀاڻي تن ڏينهن جي مزدوري گڏائي ڏيندس. زال وري به خاموش ٿي وئي. وري ٽئين ڏينهن زال سوير اٿاريس ته وڃ ڪجهه ڪمائي اچ. وري به فقير صاحب مسجد ۾ اچي الله جي بندگي ۾ مشغول ٿي ويو. نهايت عاجزي سان روئي چوڻ لڳو ته "اي الله تنهنجي خزانن ۾ ڀلا ڪهڙي ڪمي آهي؟ مون مسڪين جا ٻچا بک تي ويٺا آهن. تون پنهنجي خزانن مان مون کي خيرات عطا ڪر. اڄ ته زال به مون کي مهڻا ڏيندي. مون تان مهڻا معاف ڪر." ائين چئي زاروزار رنو ۽ الله پاڪ جي در ۾ ٻاڏائيندو رهيو. شام ٿي ته واپس گهر موٽيو. هڪ واريءَ جو ڍير ڏٺائين ان مان واريءَ جي هڙ ٻڌي مٿي تي رکيائين ته زال پري کان ڏسندي ته اٽو کنيو ٿو اچي. فقير صاحب جڏهن گهر آيو ته عجيب منظر ڏٺائين. ڇا ڏسي ته گهر جي اڳيان اُٺن جي قطار بيٺي آهي. اناج جا انبار لڳا پيا آهن. ٻارن ٻچن کي نوان ڪپڙا آهن. زال خوشين ۾ مسرور آهي. پُڇا ڪيائين ته هي ڇا عالم آهي؟ زال چيو ته ڪجهه اوپرا اوپرا ماڻهو آيا. هي اُٺن جي قطار جنهن تي اناج، لٽا ڪپڙا وغيره آهن، انهن سميت اسان جي در تي آيا. چيائون ته تنهنجو مڙس جنهن مالڪ جي مزدوري ڪندو آهي.

ان هي تن ڏينهن جي مزدوري موڪلي آهي ۽ چيو اٿس تہ اسان جي مزدور کي سلام بہ چئجو ۽ چئجوس تہ جي اجا بہ دل سان اسان جي در جي مزدوري ڪندين اجا بہ وڌيڪ تو کي اُجرت ملندي. فقير صاحب الله جي احسانن کي ڏسي زار زار روئڻ لڳو. زال چيس تہ تو ڪهڙي مالڪ جي مزدوري ڪئي آهي جنهن تن ڏينهن ۾ هيترا سارا خزانا موڪليا آهن؟ فقير صاحب زال کي ساري ڳالهہ ڪري ٻڌائي. وري اُها هَڙَ جيڪا واريءَ جي ڪٽي آيو هيو، سا ڏسي تہ سڀ وارِي سون بنجي چڪي آهي. زال کي چيائين هاڻي ساري زندگي ڪائين تہ بہ نہ کٽائين. هاڻي مون کي ڇڏ تہ اهڙي مهربان رب جي ويهي عبادت ڪيان! زال چيس تہ تون اڪيلو نہ پر اچ تہ سڀ گڏجي ان مالڪ ڪريم کي ياد ڪيون. هي سڀ روئڻ جي مهرباني آهي.

روئي روئي رت ڦڙا رب کي يار ريجهاءِ،<br>
اُتي آڌيءَ رات جو سائين کي بہ پرچاءِ،<br>
اُتي دل آڙاءِ جتي سُرهو سڏجين سَاٿ سين.

حضرت مولانا رومي رحمة الله عليه بہ اهائي صلاح ٿو ڏئي تہ:

آسمان شو ابر شو باران بيار، نادوان بارد نيا يد هيچ کار<br>
ابر بارد گل ببارد رنگ رنگ، نادوان همسايه را آرد به جنگ

اي ادا تون آسمان ٿي ڪڪرن وانگر وَس، نيساري وانگر نہ وَس. ڪڪر وسندو آهي تہ رنگا رنگي گل پيدا ٿيندا آهن پر نيسارو وسندو آهي تہ پاڙي واري جي جنگ چالو ٿي ويندي آهي.

الله اڪبر! ڪهڙي نه سهڻي صلاح آهي ته الله پاڪ جي اڳيان پنهنجي اکين کي ڪڪرن وانگر وساءِ. جيئن ڪڪر وسندا آهن ته رنگا رنگي گل ٻوٽا پيدا ٿيندا آهن تيئن اکيون وسنديون آهن ته دل ۾ ظاهر ۽ باطن ۾ الله جي قرب جون پوکون تيار ٿينديون آهن.

**عجيب حڪايت** : حضرت قبله مرشد ڪريم بيان فرمائيندا هيا ته هڪ فقير چشمي تي رهندو هيو. ڏينهن رات الله جي عبادت ۾ مصروف رهندو هيو. ان حال ۾ ان کي ٽيهه سال گذري ويا پر ظاهر ۾ ان کي ڪو به فائدو نظر نه آيو. هڪ رات اتفاق سان ڪو قافلو ان چشمي تي رات اچي رهيو. صبح ساڻ قافلو ته هليو ويو پر انهن جو ڪُتو اتي رهجي ويو. صبح جو ڪتو پنهنجي مالڪن کي نه ڏسي رڙيون ڪري روئڻ لڳو. هيڏي هوڏي ڀڄندو رهيو مالڪن جي جدائي ۾ رڙندو رهيو. فقير صاحب به اهو لقاءُ ويٺي ڏٺو. قافلي وارن کي به ڪتو ياد آيو. ان جو مالڪ آيو ڪتي کي ڪنڌ ۾ رسي وجهي وٺي پنهنجي ساٿ ۾ رَلايائين. فقير صاحب سوچيو ته مون کي به خاموش عبادت ڪندي ٽيهه سال ٿي ويا آهن پر اڃا تائين ڪم نه ٻڻيو آهي هاڻي آءُ به ان ڪتي وانگر رڙيون ريهون ڪيان مَن ڪا رڙ مالڪن وٽ اگهامي پوي! فقير صاحب مصلو ويڙهي رکيو ۽ لڳو ريهون ڪري روئڻ. روئندي روئندي هن کي رات جي پوئين پاڳي ننڊ اچي وئي. خواب ۾ آواز ٿيس ته ٻانها! جي اهي ريهون رڙيون تون اڳ ڪرين ها، اڳ ئي تو تي قرب جا در کلي وڃن ها.

اڄ رات اسان تنهنجو نالو پنهنجي ولين جي جماعت ۾ لکائي ڇڏيو آهي.

قبلہ مرشد ڪريم فرمائيندا هيا تہ روئڻ بنا عبادت ۾ بہ مزو ناهي. خشڪي تي آبادي ڪونہ ٿيندي آهي. پاڻي هجي تہ آبادي ٿئي. الله جي معرفت جي پوک بہ اکين جي پاڻي کان سواءِ آباد نہ ٿيندي آهي.

**هڪ بزرگ** پَٽَ تي مانيءَ جو سُڪل ٽُڪر پيل ڏٺو. ان کي ڪنيائين. ان ٽُڪر مان آواز آيو تہ سائين آءٌ سُڪل ٽُڪر آهيان تڏهن مون کي اڇلائي ڇڏيو اٿن جي آلو هجان ها ڪير نہ اڇلائيم ها.

**ڪر ڪو واڪو وَس** : هڪ مسلمان ڪنهن سفر ۾ هيو هڪ ڪافر جو اُٺُ ياڙي ڪيائين. سفر ڪندي ڪنهن جهنگ ۾ آيا تہ اتي ماڻهن جون ڪوپڙيون ۽ هڏا پيل هئا. ان ڪافر چيس تہ هي سڀ اوهان جا مسلمان آهن جن کي مون هتي دوکي سان آڻي ڪُٺو هيو. اڄ تنهنجو وارو آهي. هينئر توکي قتل ڪندس. ان مسلمان چيس تہ ٿوري دير مون کي مهلت ڏي آءٌ بہ رڪعتون نماز پڙهان پوءِ جيئن تنهنجي مرضي. مسلمان نماز شروع ڪئي. جڏهن سِرُ سجدي ۾ رکيائين، ڪافر ڏٺو تہ هاڻي وَجُھہ آهي سجدي ۾ ئي هن کي قتل ڪيان. هن مرد بہ سجدي ۾ وڃي رب کي سڏيو تہ ”اي خدا آءٌ مسافر مسڪين هيڻو آهيان هن ڪافر ظالم جي ظلم کان تون مون کي بچاءِ.“ سجدي ۾ روئي رڙ ڪيائين.

اَغْثْنِيْ يَا غِيَاثَ الْمُسْتَغِيْثِيْنَ

اي دانهن جي پڌڻ وارا ڏٽي تون منهنجي مدد ڪر.

ڪافر بہ تلوار سڌي ڪئي.

تيسين هڪل ٿي ”**خبردار!**“ ڪافر هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳو ته هي ڪنهن جو آواز آهي؟ ڏٺائين ماڻهو ڪوبه نظر نه آيو. وري ڪافر تلوار سڌي ڪئي. هن وري به سجدي ۾ روئي رب کي مدد لاءِ پڪاريو. وري هيبتناڪ هڪل ٿي ”خبردار!“ ڪافر وري حيران ٿي هيڏي هوڏي نهارڻ لڳو. تيسين هڪ مرد گهوڙي جو سوار نمودار ٿيو جنهن جي هٿ ۾ تلوار هئي، تنهن اچڻ سان ان ڪافر کي قتل ڪيو. مسلمان نماز مان سلام ورائي نهاري ته ڪافر ڪُٺو پيو آهي ۽ مرد گهوڙي سوار وڃي رهيو آهي. هن پڇيس ته ”اي جوان! تون ڪير آهين؟“ چيائين ته ”آءٌ ستين آسمان جو فرشتو آهيان. جڏهن تو مدد لاءِ پڪاريو هيو ان مهل مون کي رب ڪريم جو حڪم مليو، تنهنجي مدد لاءِ لتس. اهي خبردار جون هڪلون مون ستين آسمان کان پي ڪيون. اي الله جا پانها ڏک غم ۾ روئڻ کي نه وساريو. روئندڙن تي رب کي ڏاڍي پاجه ايندي آهي.“

سَڏَنِ مَتي سَڏَڙا، واڪو هَڏِ مَ لاهِ
مانَ تُنهنجِي ڪاءِ، سَڳَر ۾ سارَ ٿِئِي!
سڏن پٺيءَ سڏڙا ڪر پئي واڪا منجهه وٽين
پنهل پنڌ گهٽي من ڪوهيارو ڪوڪ سُٽي

دل جي حضوري اخلاص سڪ ۽ سوز مان گهريل دعا ڪڏهن به رد نه ٿيندي آهي پر ڪو اها دعا گُهري ته ڏسي.

دل سے جو نکلتی ہے اثر رکھتی ہے ❋ پَر نہیں قوتِ پرواز رکھتی ہے۔

## اسان جون دعائون ڇو نہ ٿيون قبول پون؟

اڄ اسان هر طرح سان مشڪلات ۾ گهيرجي، ويڙهجي ۽ وڪوڙجي ويا آهيون. دعائون بہ ڏاڍيون ٿا گهرون پر ڪا بہ دعا قبول نہ ٿي پوي. سبب ڪهڙو آهي جو اسان جون دعائون بي اثر ٿي ويون آهن؟ ان جا گهڻا ئي سبب آهن. هڪ تہ اسان دعا گهرون ٿا پر دعا جي قبوليت جو يقين ڪونهي. ٻيو الله جي حڪم جي ڀڃڪڙي ڪيو ويٺا آهيون. اسان جا اعمال تمام بڇڙا ٿي چڪا آهن. اسان جيڪر الله جا فرمان مڃون تہ هي ڏکن جا ڏينهن اصل نہ ڏسون. هڪ حديث ۾ پاڪ ڪريمن اسان کي نشاندهي ڪري ڏني آهي تہ ڪهڙي مصيبت ڪهڙي سبب جي ڪري ايندي آهي. ملاحظہ فرمايو.

## شامتِ اعمال ما

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مدني ڪريم ﷺ فرمايو تہ:

عَنِ ابْنِ عَبَّاسٍ قَالَ: قَالَ رَسُولُ اللّٰهِ ﷺ مَا طَفَّفَ قَوْمٌ كَيْلًا وَلَا بَخَسُوا مِيزَانًا إِلَّا مَنَعَهُمُ اللّٰهَ الْقَطْرَ وَمَا ظَهَرَ فِي قَوْمٍ الزِّنَا إِلَّا ظَهَرَ فِيهِمُ الْمَوْتُ وَمَا ظَهَرَ فِي قَوْمٍ الرِّبَا إِلَّا سَلَّطَ اللّٰهُ تَعَالَى عَلَيْهِمُ الْجُنُونَ وَمَا ظَهَرَ فِي قَوْمٍ الْقَتْلُ فَقَتَلَ بَعْضُهُمْ بَعْضًا إِلَّا سَلَّطَ اللّٰهُ تَعَالَى عَلَيْهِمْ عَدُوَّهُمْ وَمَا ظَهَرَ فِي قَوْمٍ عَمَلُ قَوْمِ لُوطٍ إِلَّا وَظَهَرَ فِيهِمُ الْخَسْفُ وَمَا تَرَكَ قَوْمٌ الْأَمْرَ بِالْمَعْرُوفِ وَالنَّهْيَ عَنِ

الْمُنْكَرِ إِلَّا لَمْ تُرْفَعْ أَعْمَالُهُمْ وَلَمْ يُسْمَعْ دُعَاؤُهُمْ [1]

1) جا قوم ماپ تور ۾ کوٽ ڪندي آهي تہ انهن تان رحمت جا مينهن وسڻ بند ٿي ويندا آهن.

2) جنهن قوم ۾ زنا گهٽي ٿي ويندي آهي تہ ان قوم ۾ موت گهڻو ٿي ويندو آهي.

3) جنهن قوم ۾ وياج گهڻو ٿي ويندو آهي تہ انهن ۾ گهڻا ماڻهو چريا ٿي ويندا آهن.

4) جنهن قوم ۾ خونريزي گهڻي ٿيندي آهي (ٿوري ٿوري ڳالھ تي) هڪٻئي کي قتل ڪري ڇڏيندو آهي تہ ان قوم تي الله تعاليٰ دشمن کي مسلط ڪري ڇڏيندو آهي.

5) جنهن قوم ۾ حضرت لوط عليہ السلام جي قوم وارو عمل (ڇوڪريبازي) گهڻي ٿيندي آهي تہ اُهي غرق ٿيندا آهن.

6) جا قوم نيڪي جو امر ڪرڻ ۽ برائي کان منع ڪرڻ ڇڏي ڏيندي آهي تہ انهن جا عمل مٿي نہ کڄندا آهن ۽ انهن جون دعائون قبول نہ ٿينديون آهن.

هن حديث کي سامهون رکي اڄ اسان پنهنجي احوال جو مشاهدو ڪيون تہ اڄ اسان ڪهڙين برائين ۾ مبتلا ٿي چڪا آهيون.

ڇا اهي برايون اسان جي قوم ۾ تہ نہ پيدا ٿي چڪيون آهن؟

---

[1] العقوبات (ص: 39)

۽ جي برايون اسان جي قوم ۾ آهن، واقعي به انهن جي سزا ته نه ملي رهي آهي؟ اسان کي پنهنجي گناهن جي معافي وٽي رب ڪريم جي اڳيان پشيماني جا لڙڪ هارڻ گهرجن. انشاءالله رب کي ضرور ٻاجهه پوندي. اسان جو هاريل لڙڪ ڪڏهن رائگان نه ويندو.

## هن جڳ ۾ هر چيز روئي ٿي

**رات جو روئڻ** : اهلِ دانش ٿا چون ته اها جيڪا رات جو ماڪ پوندي آهي سا اصل ۾ رات روئندي آهي.

پيئي جا پريات، سا ماڪ نه پانيو ماڻهئا
روئي چري رات، ڏسي ڏکاين کي

**جبلن جو روئڻ** : الله جي خوف ۾ جبل پهاڙ به روئن ٿا. قرآن فرمايو:

وَ اِنَّ مِنَ الۡحِجَارَةِ لَمَا يَتَفَجَّرُ مِنۡهُ الۡاَنۡهٰرُ ؕ وَ اِنَّ مِنۡهَا لَمَا يَشَّقَّقُ فَيَخۡرُجُ مِنۡهُ الۡمَآءُ ؕ وَاِنَّ مِنۡهَا لَمَا يَهۡبِطُ مِنۡ خَشۡيَةِ اللّٰهِ ؕ (البقرة:74)

۽ بيشڪ پٿرن مان ڪي اهڙا به آهن جن مان چشما ڦُٽي نِڪرن ٿا ۽ بيشڪ انهن مان ڪي اهڙا به آهن جي جڏهن ڦاٽي پون ٿا ته انهن مان پاڻي نڪري پوي ٿو ۽ بيشڪ انهن مان ڪي اهڙا به آهن جيڪي الله جي خوف کان (لرزندي) هيٺ ڪِري پون ٿا.

هن آيت جي تفسير ۾ : تفسير ابنِ ڪثير ۾ حضرت مجاهد کان روايت آندي آهي ته ”هر اهو پٿر جنهن مان به پاڻي نڪري ٿو يا جيڪي پهاڙن مان چشما وهي پون ٿا سي الله جي خوف ۾ وهن ٿا.

۽ جي پٿر جبلن جي چوٽين کان هيٺ ڪرن ٿا ته الله جي ڊپ کان ڪري پون ٿا. حضرت يحيٰ بن يعقوب رضي الله عنهما روايت فرمائي آهي :

يَتَفَجَّرُ مِنْهُ الْاَنْهٰرُ ؕ مان مراد آهي ڪثرة البڪاء يعني گهڻو روئڻ.

فَيَخْرُجُ مِنْهُ الْمَآءُ ؕ مان مراد آهي قِلّةُ البُڪاء ٿورو روئڻ.

يَهْبِطُ مِنْ خَشْيَةِ اللّٰهِ ؕ مان مراد آهي بنا لڙڪن جي اندر جو اندر ۾ روئڻ آهي. (تفسير ابنِ ڪثير)

يعني ڪي جبل الله جي خوف ۾ گهڻو ٿا روئن. ڪي ٿورو ٿا روئن. ڪي گهڻا لڙڪ ٿا هارن ته ڪي ٿورا. ڪي وري پنهنجي من ۾ بنا لڙڪن جي رب خوف ۾ جهُرندا ۽ ڪِرندا رهن ٿا.

**هڪ پٿري جو روئڻ** : حضرت پير فضل علي شاه قريشي رحمة الله عليه صبح جو مراقبي کان اڳ ڪجهه دير پٿرين تي درود شريف پڙهندا هيا. هڪ ڏينهن هڪ پٿري جيڪا ڪوجهي ۽ بي سُري هئي پاڻ ان کي ٻين پٿرين کان جدا ڪري اڇلايائون. ٿوري دير کان پوءِ پاڻ رُنا، اٿيا ۽ ان ساڳي پٿري کي کنيائون ۽ چُمي وري ٻين پٿرين سان مِلايائون. ڪنهن مريد ان جو سبب پڇيو. پاڻ فرمايائون ته سڀني پٿرين ۾ اها ڪوجهي پٿري هئي انڪري ان کي اڇلايم. وري ڏٺم ته اها پٿري زاروزار روئي مون کي چوڻ لڳي ته توهان مون کي منهنجي سات کان ڇو جدا ڪيو آهي؟ آءٌ ڪوجهي آهيان يا ڪهڙي به آهيان پر الله جي پيدا ڪيل آهيان. توهان مون کي برو ڇو ٿا سمجهو؟

ان پٽري جي ان ڳالهہ مون کي رئاري ڇڏيو آهي.

**آسمان ۽ زمين جو روئڻ** : جڏهن مِينهن وسي ٿو تہ اهو آسمان روئي ٿو. زمين مان چشما وهن ٿا تہ اها زمين روئي ٿي.

الله اڪبر! ان روئڻ سان انسانن ۽ جانورن جي جيءَ جو جياپو آهي. ان روئڻ سان اسان کي ڇا ڇا فائدا ملن ٿا؟ آسمان نہ روئي تہ ملڪن ۾ ڏڪار پئجي وڃي، مخلوق پريشانين ۾ مبتلا ٿي وڃي. آسمان جو روئڻ دنيا وارن لاءِ نفعو ئي نفعو آهي. زمين روئي ٿي ان مان چشما وهن ٿا تہ ويران بَر پَٽ آباد ٿين ٿا. زمين جو روئڻ بہ جهان وارن لاءِ نفعو ئي نفعو آهي.

**صالح ٻانهن جي وفات تي بہ آسمان ۽ زمين روئن ٿا :**

حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ تاجدارِ دو عالم ﷺ فرمايو تہ هر ماڻهو لاءِ آسمان ۾ ٻہ دروازا آهن. هڪ دروازي مان ان جو رزق لهي ٿو، ٻئي دروازي مان ان جا نيڪ عمل ۽ ان جي چڱي گفتار مٿي چڙهي ٿي. پوءِ جڏهن اُهو ماڻهو وفات ڪري وڃي ٿو ۽ ان جا نيڪ عمل مٿي نہ ٿا چڙهن تہ اُهي آسمان جا دروازا روئن ٿا. پوءِ پاڻ هي آيت پڙهيائون :

فَمَا بَكَتْ عَلَيْهِمُ السَّمَآءُ وَالْاَرْضُ ۝ (الدخان:29)

انهن (بدڪار ٻانهن) تي زمين ۽ آسمان ڪونہ رُنا. (مسند ابو يعلى)

هڪ حديث ۾ آهي تہ "اسلام شروعات ۾ بہ مسافر هيو، آخر ۾ بہ مسافر ٿيندو. جو مسلمان مسافري ۾ مري وڃي ٿو ۽ ان تي ڪو بہ روئڻ

(ڳوڙها وهائڻ) وارو نہ آهي تہ ان تي زمين ۽ آسمان روئن ٿا.
پوءِ پاڻ فرمايائون تہ:

اِنَّهُمَا لَا يَبْكِيَانِ عَلَى الْكَافِرِ

زمين ۽ آسمان ڪنهن بہ ڪافر تي نہ ٿا روئن. (تفسير ابن ڪثير)

حضرت ابن عباس رضي الله عنهما فرمايو تہ: مومن ٻانهي جي مري وڃڻ تي چاليهہ ڏينهن زمين روئي ٿي.

حضرت مجاهد ۽ سعيد بن جُبير رضي الله عنهما فرمايو تہ ”جڏهن ڪو مومن وفات ڪري وڃي ٿو تہ چاليهہ ڏينهن ان لاءِ زمين روئي ٿي.“ ڪنهن پڇيو تہ زمين ڇو ٿي روئي؟ پاڻ فرمايائون تہ زمين ۾ جتي رڪوع ۽ سجدا ڪندو هيو اها جاءِ روئي ٿي آسمان مان جتان سندس عمل چڙهندا هئا اهو آسمان روئي ٿو. (تفسير ابن ڪثير)

**بن هستين لاءِ آسمان خوب رُنو:**

إِنَّ يَحْيَى بْنَ زَكَرِيَّا لَمَّا قُتِلَ، احْمَرَّتِ السَّمَاءُ وَقَطَرَتْ دَمًا

وَإِنَّ حُسَيْنَ بْنَ عَلِيٍّ يَوْمَ قُتِلَ احْمَرَّتِ السَّمَاءُ[1]

بيشڪ يحيٰ بن زڪريا عليهما السلام کي جڏهن شهيد ڪيو ويو هيو تہ آسمان ڳاڙهو ٿي ويو هيو ۽ رت رنو هيو ۽ جڏهن حضرت امام حسين بن علي رضي الله عنهما کي شهيد ڪيو ويو هيو تہ بہ آسمان سرخ ٿي ويو هيو.

---

[1] تفسير ابن أبي حاتم (3289/10)، تفسير ابن ڪثير (255/7)، الدر المنثور (413/7)

### ابن سيرين جي روايت :

لم تبك السماء على أحد بعد يحيى بن زكريا إلا على الحسين بن علي وعن خلف بن خليفة عن أبيه قال: لما قتل الحسين اسودت السماء وظهرت الكواكب نهاراً[1]

حضرت يحيٰ بن زڪريا عليهما السلام کان پوءِ حضرت امام حسين ﷺ کانسواءِ پيو ڪنهن جي لاءِ بہ آسمان (ائين) ڪونہ رُنو. خلف بن خليفہ پنهنجي پيءُ کان روايت ڪئي تہ جڏهن امام حسين ﷺ کي شهيد ڪيو ويو تہ آسمان اونداهو ٿي ويو ۽ ڏينهن ڏني جو ستارا ظاهر ٿي پيا.

امام حاڪم ۽ بيهقي حضرت ام الفضل بنت حارث رضي الله عنها کان روايت ڪئي، ان چيو تہ هڪ ڏينهن آءٌ رسول الله ﷺ جي بارگاهہ ۾ آيس تہ مون حضرت امام حسين ﷺ کي سندن ڪڇ مبارڪ ۾ ڏنو پوءِ جيڪو ڪجهہ مون ڏٺو تہ نبي ڪريم ﷺ جي پنهين اکين مبارڪ مان ڳوڙها وهي رهيا هئا. پاڻ فرمايائون مون وٽ جبريل عليہ السلام آيو ان مون کي خبر ڏني آهي تہ منهنجي امت منهنجي هن پٽ کي شهيد ڪري ڇڏيندي ۽ پاڻ مون کي ان جاءِ جي مٽي عطا فرمايائون.[2]

---

[1] مختصر تاريخ دمشق (7 / 149)

[2] المستدرک للحاکم ج 3 ص 194، دلائل النبوة للبيهقي ج 7 ص 368، ابن عساکر: ج 14 ص 197)

## آسمان زمين روئڻ جي پيشگوئي:

امام ابو نُعيم اصبغ بن بُناتہ کان روايت آندي آهي اهو چوي ٿو تہ اسان هڪ دفعي حضرت علي ﷛ سان گڏ هئاسين پاڻ (جتي حضرت امام حسين ﷛ جي قبر مبارڪ واري جاءِ آهي اتان) گذري رهيو هيو تہ پاڻ فرمايائين: ”هي شهيدن جي اُٺن ويهڻ جي جاءِ آهي ۽ انهن جي اٺن جا ڪجاوا هتي رکيا ويندا، هتي ئي سندن رت وهائڻ جو مقام آهي. آل محمد ﷺ مان هڪ گروهہ انهن ئي پٿرن تي شهيد ڪيو ويندو. جن تي آسمان ۽ زمين روئندا.[1]

[1] اتحاف الخيرة المهرة للبوصيري ج 8 ص 9، المطالب العالية للعسقلاني ج 12 ص 449)

عشق رهبر، عشق رهنما،
عشق مرادون پڄائيندڙ پير آهي.
عشق رئاري ٿو.
عشق جاڳائي ٿو.
عشق مستانو بنائي ٿو.
عاشقن جون اکيون سدائين ساجن لاءِ آليون ن رهن ٿيون.
عشق جون آهون عيشن آرامن کي لُڙاتي ڇڏن ٿيون.
محبوب جي ياد ۾ اکيون هنجون هارن ٿيون.
محبوب جو ذکر دل کي نرم بنائي، اکين کي آلاڻ سان آشنا ڪري ٿو. عشق جو روئڻ مرڻ گهڙي تائين بند ٿيڻو ناهي.

## شاعري حضرت محبوب الاهي رحمت الله عليه

عشق اوتارا ٿاهي ٿو يار جا، عشق ميخانا بنائي يار جا
عشق مندر اندر جا ڏاهي ڇڏي، ماسوا جا بُتَ پيچي پُورا ڪري.
عشق عاشق کي رئاري يار لئي، ٿيون اکيون آليون رهن ديدار لئي.
عشق آهي باهه تي پڙڪا ڪري، عشق عاشق کي وسئون بي وس ڪري.
عشق ۾ ٻارڻ برهه جا تا ٻرن، عشق کان دردن سندا دونهان ڌکن.
عشق ۾ ميخون محبت ٿيون لڳن، يار جون جيءَ ۾ تندون تارون وڄن.
عشق کان دردن سندي لڳي ڌمَ ڌڙي، يار لئي دل ۾ پون لامون لڙي.
عشق کان عقل و حيا شرم وڃي، عشق کان هوش و هوا مَرمُ وڃي.
عشق کان ٿا نفيءَ جا نعرا لڳن، دل اندرنينهن نغارا ٿا وڄن.
عشق سُورن جو ڏئي سامان ٿو، عشق دردن جو ڏئي درمان ٿو.
عشق ڏس مجنون بناياڪئي هزار، ٿي وتيا روئندا رڻن ۾ زارو زار.
عشق اندر وات وائي هاءِ هاءِ، عشق ۾ عاشق روئي ٿو جا بجاءِ،
عشق کان دردن سنديون دانهون ٿيون، رات ڏينهن ۾ ڪُن جيئن درياء ٿين.

## عشق عشق عشق

عشق رهبر آهي، عشق رهنما آهي. عشق مرادون پڄائيندڙ پير آهي.
عشق منزل تي رسائيندڙ آهي. عشق لاعلاج بيمارين جي دوا آهي.
عشق جي تاثير حيرت انگيز آهي.
عشق روئاري ٿو. عشق جاڳائي ٿو. عشق مستانو بنائي ٿو.
عشق ديوانو بنائي ٿو. عشق يار کان سواءِ هر چيز وسارائي ٿو.
عشق تو کي مرحبا آهي روا، تون ڪرين ٿو باطني مرضن دوا.
عشق رئارڻ جي مَتِ ڏيندو آهي. عشق آهون، ريهون ۽ ڪيهون ڪڍائيندو آهي. عشق جا سامان آهن روڄ ۽ راڙو، سوز ۽ ساڙو.
آهه ۽ ٻُڪاءُ، فغان ۽ فرياد....

عاشق دا کم اے رونا دھونا، بن رُوَن نہیں منظوری،
کوئی تاں روندے نے دید دی خاطر، کوئی روندے نے وچ حضوری،
دل رووے بھانویں اکھیاں روون، وچ عشق دے روون ضروری،
"اعظم" عشق وچ رونا پیندا، بھانویں حاضر ہو بھانویں دوری۔

**عاشقن جون اکيون** : محبت ۾ مخمور ۽ مجبور اکيون سدائين پنهنجي ساجن لاءِ آليون ئي آليون رهنديون آهن. نينهن جا نيسارا بند ٿيڻ جا نه هوندا آهن. اکيون گونگي مِينهن مثل پيون وسن ۽ وسڪارا ڪن. حجر ۽ وڇوڙو فراق ۽ ڦوڙائو نيڻن کي آلو ئي آلو رکندو آهي.

مِينهن وسي چا ڪندو؟ وسن پل تہ اکيون،
جن دلبر جي ديدار جون چاتيون روز چڪيون،
پري هوندي بہ پرينءَ سان ٻيئي پي ٻڪيون،
جيڪي رب رکيون سي ”طالب“ يلي توڙ ڪن.

وسيو ٿيون وسن اکيون اوهيرا ڪيو،
ڪهڙي مجال مِينهن کي جو اينهين ٿي اچن؟
”طالب مولا“ طلب ۾ ٿِميو روز ٿِمن،
جيڪر مُحب ملين تہ بہ رهنديون ڪين روئڻ کان.

عشق جون آهون عيشن ۽ آرامن کي لُٽاٽي ڇڏينديون آهن. روج ۽ راڙو عيش ڪدن کي ماتم ڪدو بنائي ڇڏيندو آهي. عشق جون ريهون ۽ ڪيهون دلين ۾ ناسور ڪري وجهن ٿيون. عشق جي سوزش غم ۽ اندوهہ چهرن جي مسڪراهٽ تباهہ ڪري ڇڏيندي آهي. عشق جا آلاپ کِل ۽ خوشي کي برباد ڪري ڇڏيندا آهن.

اکين سان ڪيائين اينهين ڇو الاڙي؟
ويچاريون ويهن ٿيون لکين لڙڪ لاڙي.

عشق ۾ دل تنور وانگر ٻڙڪي ٿي، اکين جون نديون ۽ نالا ان آڳ کي اجهائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. ٿڌا ساهہ ان سوزش کي ٺارڻ جي جاکوڙ ڪن ٿا. پر برهہ جي باهہ اجهامڻ جي نہ هوندي آهي.

اکين کي آءٌ روڪيان جيئن روئڻ کان،
تيئن تيئن تنهنجي تات ۾ رهي رُنائون،
مُنين مات نہ اچٽي جو پرين پچيائون،

"طالب مولا" طلب ۾ سهڻو سوجهيائون،
هنجون هاريائون سڄڻ ساريندي گهڻو.

**محبوب حقيقي جي ياد ۾ روئڻ :**

جڏهن انسان الله جي ذڪر و فڪر ۾ مشغول ٿئي ٿو. الله الله چوندي چوندي ان جي دل ۾ عشق الاهي جي باهه ڀڙڪي پوي ٿي ۽ سوچي ٿو ته جنهن محبوب جو اسم پاڪ پڪاري رهيو آهيان جيڪر ان جو جلوو به ڏسان! پوءِ "سِڪَ" سوز ان کي مجبور ڪري وجهن ٿا ۽ بي اختيار اکيون لڙڪ وهائڻ تي مجبور ٿي پون ٿيون. پوءِ ڏٺيءَ در به انهن لڙڪن جو ڏاڍو ڪو قدر آهي.

عاشق اٿي اڌ رات جو روئي ڪن رِيهات،
پرچائيندي پرينءَ کي قُتي تن پريات،
پائي پاند ڳچيءَ ۾ ڪن سُورن ڪان سُڏڪات،
سو سو ڪري سوسات وڃي ڪامل رسيا قرب کي.

بخاري ۽ مسلم ۾ هڪ ڊگهي حديث آهي ته : قيامت واري ڏينهن جڏهن ڪو به اجهو يا ڇانوَ نه هوندي پر ست ماڻهو اهڙا خوشنصيب هوندا جي عرش عظيم جي سايه ۾ هوندا. انهن مان هڪ هي به هوندو.

وَرَجُلٌ ذَكَرَ اللَّهَ خَالِيًا فَفَاضَتْ عَيْنَاهُ[1]

---

[1] تفسير البغوي (1/ 375)، تفسير الرازي (4/15)، تفسير ابن ڪثير (1/ 702)

اهو ماڻهو به عرش عظيم جي سايه ۾ هوندو جو اڪيلائي ۾ ويهي الله جو ذڪر ڪيائين پوءِ ان جون اکيون ڳوڙهن ۾ وهي پيون.

هڪ ٻي حديث ۾ آهي ته :

مَنْ ذَكَرَ اللَّهَ فَفَاضَتْ عَيْنَاهُ مِنْ خَشْيَةِ اللَّهِ حَتَّى تُصِيبَ الْأَرْضَ دُمُوعُهُ لَمْ يُعَذِّبْهُ اللَّهُ يَوْمَ الْقِيَامَةِ[1]

جنهن شخص الله جو ذڪر ڪيو پوءِ الله جي خوف ۾ ان جون اکيون وهي پيون تانجو ان جا ڳوڙها زمين تي وڃي ڪِريا ته ان ٻانهي کي قيامت واري ڏينهن عذاب نه ڪيو ويندو.

هنن ٻنهين حديثن ۾ هڪ طرف خدا جي خوف ۾ روئڻ ۽ ڳوڙهن جي اهميت بيان ڪئي وئي آهي ته ٻئي طرف ڳوڙهن وهائڻ لاءِ نسخو به ٻڌايو ويو آهي.

دل سخت آهي تڏهن اکيون خشڪ آهن، مَنُ ڪارو آهي. ڳوڙها اچن ته اچن ڪيئن؟ ان لاءِ علاج عطا ڪيو ويو آهي ته الله جو ذڪر ڪيو. ذڪر دل کي نرم بنائي ٿو. ذڪر مَنَ جي ميراڻ ڌوئي ٿو. ذڪر سان خشڪ اکيون آليون ٿين ٿيون. ذڪر سان نيڻن جا نار جاري ٿين ٿا. ذڪر دل جي زخمن لاءِ مرهم آهي. بي قرار دلين لاءِ قرار آهي. ذڪر جي لذت ٻنهين جهانن جي لذتن کان وڌيڪ لذيذ ترين آهي.

---

[1] المعجم الأوسط (2 / 178)، المستدرك على الصحيحين للحاكم (4 / 289)، عمدة القاري (5 / 180)، الفتح الكبير (3/182)، كنز العمال (1 / 425)

هزارها ولين بزرگن ان ڳالهه کي آزمايو آهي تہ بيشڪ ذڪر الاهي سان دل نرم ٿئي ٿي ۽ الله جو خوف دل ۾ پيدا ٿئي ٿو. مديني واري سائين اهڙي خوشنصيب کي مبارڪ ڏني آهي. ٻڌو! سهڻا حبيب ڪريم ان خوشنصيب کي ڪهڙن منڙن لفظن ۾ مبارڪباد ڏئي رهيا آهن.

طُوبیٰ لِمَنْ تَحَرَّکَ لِسَانُهٗ بِذِکْرِ اللّٰهِ وَتَفِیْضُ عَیْنَاهُ بِشَوْقِ اللّٰهِ

مبارڪ آهي ان ماڻهو کي جنهن جي زبان الله جي ذڪر سان چُري ٿي ۽ ان جون اکيون الله جي شوق ۾ ڳوڙها ڳاڙن ٿيون.

## روئڻ آخر ڪيستائين؟

عشق و محبت جو سفر ساري زندگي جاري رهندڙ آهي تہ پوءِ اهو روڄ ۽ راڙو بہ ساري زندگي جي پول آهي. خواجہ غلام فريد سائين بہ اها ڳالهہ چئي آهي.

آوے ماهی تیکوں رب گھن آئے، ہویاں مدتاں گن گن گھڑیاں،
جگر تیڈے وچ اکھیاں روون، جیویں ساونڑ مینھ دیاں جھڑیاں،
انھاں اکھیاں رووݨا اودوں سکھیا، جدوں واقف جگر دیاں بݨیاں،
"غلام فریدا" اے رووݨا اودوں تک ویسیں، جدوں وچھیاں کفن دیاں تݨیاں۔

جيسين عاشق جي جسم ۾ ساهہ آهي تيسين اهو يار جي خاطر روئندو ئي رهندو آهي. اهو عاشق ڪهڙو جنهن جون پنبڙيون پُسيل نہ هجن! عاشقن جون نشانيون بيان ڪندي ڪنهن دردمند بيان ڪيو آهي تہ:

عاشقانرا شش نشانی اے پسر،
آہ سرد و رنگ زرد و چشم تر،
انتظاری، بے قراری، دربدر.

اي پنڙا عاشقن جون هي ڇهه نشانيون آهن. ٿڌا ساهه ڀرڻ، رنگ ڦڪو ٿي وڃڻ، اکيون آليون رهڻ، ديدار جي انتظار ۾ رهڻ، دل بي قرار هجڻ، يار جي ملڻ جي خاطر در در هلندو رهڻ.

الله حاڪم بي پرواھ بي نياز آھي.
ٻانھو عاجز خاطي ۽ گنھگار آھي.
خطائون ڪرڻ ڪم ٻانھي جو آھي ۽ بخشڻ ڪم رب پاڪ جو آھي.
جڏھن ٻانھو رب اڳيان روئي ٿو تہ ان تي رب راضي ٿئي ٿو. اھا اک جا رب جي خوف ۾ رُني ان تان جھنم جي باھہ حرام آھي. روئندڙ کي تہ رب معافي ڏئي ٿو پر ان جي صدقي ساري جلسي وارن جي بخشش ٿي وڃي ٿي، پلي ڪٽي ويھہ ھزار ھجن.
روئڻ سڀ کان پلي عبادت آھي. حديثن ۽ بزرگن جي اقوالن جي روشني ۾ روئڻ جو اجر ڇا آھي؟

# ڪو روئڻ وارو هجي!

ڳالهه سُورن جي نئين، اڄ ڪو سٽڻ وارو هجي،
لُڙڪ موتين جا ورهايم، ڪو ونڻ وارو هجي.
ڏينهن ڪنهن روئندن ڪي ڏسندي تي رُنو مون پڻ هينئر،
سور ۾ ساٿي تي مون سان، ڪو روئڻ وارو هجي.
مُشڪ عنبر ۽ ڪتوري، تي مٽين جاتي ملي.
هٿ حبيبن تي هلڻ لءِ، ڪو هلڻ وارو هجي؟
موت چا ماري انهن کي، جي مرڻ کان اڳ مرن،
آهي مرڻو موت کان اڳ، ڪو مرڻ وارو هجي.
عاشقن جو سِرُ اڏيءَ تي، اصل کان آهي انعام،
ڪم انهن جو آ ڪسڻ، ڪو ڪسڻ وارو هجي.

**روئڻ جو اجر ۽ انعام:**

پاڪ آهي اها ذات جا هر عيب ۽ نقص کان، نِسيان ۽ خطا کان مُنزهہ آهي. جنهن جي عظمت ۽ ڪبريائي اڳيان، گردن جهڪيل آهن. بادل ان جي حڪم سان برسات ٿا وسائن، وڄ ان جي تسبيح حمد ۽ ثنا ٿي ڳائي، زمين ۽ آسمانن ۾ سندس ئي حڪومت آهي. هو بادشاهن جو بادشاهہ سڀ ڏاڍن کان وڏيڪ ڏاڍو ۽ طاقتور آهي.

اَلَيْسَ اللهُ بِاَحْكَمِ الْحٰكِمِيْنَ (التين:8)

ڇا الله بادشاهن جو بادشاهہ نہ آهي؟

۽ انسان جو حال ڇا آهي هو سڀ کان هيڻو ۽ نبل آهي.

خُلِقَ الْاِنْسَانُ ضَعِيْفًا (النساء:28)

انسان ضعيف بنائي پيدا ڪيو ويو آهي.

عجب آهي جو هيڻو ڏاڍي جي بي فرماني ٿو ڪري؟ ڪيڏي دليري آهي ٻانهي جي! ڪيڏي اُرهہ زورائي آهي بندي جي، جو پنهنجي خالق مالڪ رازق رب جي بي فرماني ڪري رهيو آهي. قرآن پاڪ ۾ بار بار رب پاڪ پنهنجي ذات کان ڊيڄاريو آهي. الله پاڪ فرمايو تہ:

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰهَ حَقَّ تُقٰتِهٖ وَلَا تَمُوْتُنَّ

اِلَّا وَاَنْتُمْ مُّسْلِمُوْنَ (اٰل عمران:102)

اي ايمان وارؤ الله کان ڊڄو، جيئن ان کان ڊڄڻ جو حق هوندو آهي ۽ نہ مرو اوهان بلڪ مسلمان ٿي پوءِ مرو.

وَ يُحَذِّرُكُمُ اللّٰهُ نَفۡسَهٗ (آل عمران:28)

۽ الله اوهان کي پنهنجي ذات کان ڊيڄاري ٿو.

الله تعاليٰ جل جلاله جي هيبت ۽ ڪبريائي، قهر ۽ جلال، بي نيازي ۽ بي پرواهي جو تصور ڪرڻ سان ٻانهي جا وار اُڀا ٿي وڃن ٿا. لڱن تي لرزو طاري ٿي وڃي ٿو. پنهنجي حماقتن ۽ بي فرمانين کي ڏسي ٻانهي جي اکين مان خوف الاهي جا لڙڪ وهي پون ٿا. بس اهي ڳوڙها، اهي لڙڪ ٻانهي لاءِ غنيمت آهن. انهن لڙڪن کان بهتر آخرت جو ٻيو ڪوبه قيمتي سرمايو نه آهي. دنيا جي ڏکن آخرت جي عذابن ۽ جهنم جي پڙڪندڙ باهه کان ڇڏائڻ جو اعليٰ وسيلو آهن. اسان جي سچي سردار مني محمد مختار ﷺ فرمايو ته:

لَا يَلِجُ النَّارَ مَنْ بَكَى مِنْ خَشْيَةِ اللَّهِ حَتَّى يَعُودَ اللَّبَنُ فِي الضَّرْعِ،

وَلَا يَجْتَمِعُ غُبَارٌ فِي سَبِيلِ اللَّهِ وَدُخَانُ جَهَنَّمَ [1]

اهو شخص جهنم جي باهه ۾ نه داخل ٿيندو جو الله جي خوف ۾ رُنو. جيئن ڏڌل کير ٿڻن ۾ نه پئجي سگهندو آهي ۽ الله جي رستي (۾ هلندڙ ٻانهي) جي ڌوڙ ۽ جهنم جي دونهون گڏ نه ٿا ٿي سگهن.

---

[1] تفسير الثعلبي (9/158)، (9/158)، تفسير البغوي (3/167)، تفسير الخازن (3/150)، سنن الترمذي (4/171)، سنن النسائي (6/12)، مسند أحمد (16/330)، المستدرك على الصحيحين للحاكم (4/288)

يعني جيئن ڏڌل کير جو ٿڻن ۾ واپس داخل ٿيڻ مشڪل ۽ محال آهي تيئن هي ٻه ڪم به مشڪل ۽ محال آهن.

پهريون الله جي خوف ۾ رئندڙ ٻانهي جو جهنم ۾ پوڻ محال آهي.

ٻيو الله جي راهه ۾ جهاد لاءِ يا تبليغ لاءِ يا ڪنهن نيڪ ڪم لاءِ ويندڙ ٻانهي جي قدمن مان اٿندڙ ڌوڙ جنهن بدن تي پئي اهو بدن نه جهنم ۾ نه پوندو پر ان کي جهنم جي باهه جو دونهون به نه پهچندو.

**ٻه اکيون:** اسان جي حبيب حضرت محمد ﷺ فرمايو ته:

لَا تَرَى النَّارَ عَيْنٌ بَكَتْ مِنْ خَشْيَةِ اللَّهِ وَلَا عَيْنٌ سَهِرَتْ فِي سَبِيلِ اللَّهِ[1]

**اها اک جهنم جي باهه نه ڏسندي جا الله جي خوف ۾ رُني ۽ اها اک جا الله جي راهه ۾ جاڳي هوندي اها به جهنم جي باهه نه ڏسندي.**

هڪ ٻي روايت ۾ آهي ته:

عَيْنَانِ لَا تَمَسُّهُمَا النَّارُ: عَيْنٌ بَكَتْ مِنْ خَشْيَةِ اللَّهِ وَعَيْنٌ بَاتَتْ تَحْرُسُ فِي سَبِيلِ اللَّهِ[2]

ٻه اکيون اُهي آهن جن کي جهنم جي باهه نه ڇُهندي. اها اک جا الله جي خوف ۾ رُني. ٻي اها اک جا الله جي راهه ۾ چوڪيداري لاءِ جاڳندي رهي.

---

[1] الرقة والبكاء (ص:43)

[2] تفسير ابن كثير (2 / 178). سنن الترمذي (4 / 175). الجهاد لابن أبي عاصم (2 / 416). الكنى والأسماء للدولابي (2/ 530). المعجم الأوسط (6/ 56). مشكاة المصابيح (2/ 1125)

## چار اکيون:

حُرِّمَتِ النَّارُ عَلَى عَيْنٍ دَمَعَتْ مِنْ خَشْيَةِ اللهِ حُرِّمَتِ النَّارُ عَلَى عَيْنٍ سَهِرَتْ فِي سَبِيلِ اللهِ وَعَيْنٍ غَضَّتْ عَنْ مَحَارِمِ اللهِ أَوْ عَيْنٍ فُقِئَتْ فِي سَبِيلِ اللهِ[1]

حضرت حبيب عربي ﷺ فرمايو تہ چئن اکين تي جهنم جي باھ حرام ڪئي وئي آهي.

1. اها اک جنهن الله جي خوف ۾ ڳوڙها ڳاڙيا.
2. اها اک جا الله جي راھ ۾ جاڳندي رهي.
3. اها اک جا حرام نگاهن کان بچندي رهي.
4. اها اک جا الله جي خاطر ضايع ٿي وئي.

## روزِ قيامت:

تاجدارِ ڪائنات حضرت حبيب عربي ﷺ جن فرمايو تہ:

كُلُّ عَيْنٍ بَاكِيَةٌ يَوْمَ الْقِيَامَةِ إِلَّا عَيْنًا غَضَّتْ عَنْ مَحَارِمِ اللّٰهِ وَعَيْنًا سَهِرَتْ فِي سَبِيلِ اللّٰهِ وَعَيْنًا يَخْرُجُ مِنْهَا مِثْلُ رَأْسِ الذُّبَابِ مِنْ خَشْيَةِ اللّٰهِ عز وجل[2]

قيامت واري ڏينهن هرڪا اک روئندڙ هوندي سواءِ ٽن اکين جي:

---

[1] السنن الكبرى للبيهقي (252/9)، الفتح الكبير (66/2)

[2] تفسير ابن كثير (6 / 40) ، حلية الأولياء (3 / 163)، الترغيب والترهيب (1 / 303) ، الفتح الكبير (307/2)

1) اها اک جا حرام نظرن کان رڪيل رهي.

2) اها اک جا الله جي خاطر جاڳندي رهي.

3) اها اک جنهن مان الله جي خوف ۾ مک جي مٿي جيترو ڳوڙهو نڪتو.

الله اڪبر ڪبيرا! ڇا مک جي مٿي جيترو لڙڪ ڇا الله وٽ ان جي قيمت! جنهن ڏينهن الله جي هيبت ۽ بي نيازي ڪي ڏسي واحدالقهار جي بي پرواهي ڪي ڏسي، هر اک روئندڙ هوندي پر جنهن اک مک جي مٿي جيترو به ڳوڙهو ڳاڙيو هوندو سا اک روز قيامت کلندڙ هوندي.

## به ڦڙا ۽ به نشان

حضرت حبيب ڪريم ﷺ جن فرمايو ته :

لَيْسَ شَيْءٌ أَحَبَّ إِلَى اللَّهِ مِنْ قَطْرَتَيْنِ وَأَثَرَيْنِ: قَطْرَةِ دُمُوعٍ مِنْ خَشْيَةِ اللَّهِ وَقَطْرَةِ دَمٍ تُهْرَاقُ فِي سَبِيلِ اللَّهِ وَأَمَّا الْأَثَرَانِ فَأَثَرٌ فِي سَبِيلِ اللَّهِ وَأَثَرُ فَرِيضَةٍ مِنْ فَرَائِضِ اللَّهِ[1]

الله تعاليٰ ڪي به قطرن ۽ ٻن نشانن جهڙي ڪابه چيز پياري نه آهي.

### به ڳوڙها :

1. الله جي خوف ۾ وهايل اک جو ڳوڙهو.
2. الله جي راه ۾ وهايل رت جو ڦڙو.

### به نشان :

---

[1] معارج القبول بشرح سلم الوصول (2 / 450)، مشكاة المصابيح (2 / 1127)، صحيح الترغيب والترهيب (2/ 55)، الكامل في ضعفاء الرجال (8/ 363)

1. الله جي راھ ۾ (مجاهد يا مبلغ) جي وِکَ جو نشان.
2. الله جي فرضن جي ادائگي لاءِ کنيل قدمن جو نشان.

**روئندڙ تي رحمت** : حديث شريف ۾ آهي تہ هڪ ڏينهن محبوبن ڪريمن ﷺ جن خطبو ڏنو، محبوبن جي سامهون ويٺل هڪ شخص تمام گهڻو رُنو. پاڻ فرمايائون "اڄ هن مرد جي روئڻ سبب الله اهڙو راضي ٿيو آهي جو جيڪڏهن سڀ مومن گڏ ٿين تہ سڀني کي هن جي صدقي رب بخشي ڇڏيندو. ڀلي ڪٽي انهن جا گناھ جبلن جيڏا ڇو نہ هجن! ڇو تہ هن مرد جي روئڻ تي اڄ ملائڪ بہ روئي رهيا آهن ۽ ملائڪ بہ دعا ٿا گهرن تہ "اي الله هن روئندڙ جي صدقي جي نہ ٿا روئن تن جي بہ بخشش فرماءِ." (بيهقي)

سبحان الله! روئڻ رب کي ڪيڏو تہ وڻي ٿو جو روئڻ واري کي تہ بخشي ڇڏي ٿو پر روئندڙ جي صدقي هزارن ٻين کي بہ بخشش سان نوازي ڇڏي ٿو.

**ويھ هزارن تي رحم ٿئي ٿو** :حضرت امام حسن کان روايت آهي تہ:

وَلَوْ بَكَى عَبْدٌ مِنْ خَشْيَةِ اللّٰهِ لَرُحِمَ مَنْ حَوْلَهُ , وَلَوْ كَانُوا عِشْرِينَ أَلْفًا[1]

۽ جيڪڏهن ڪو ٻانهو الله جي خوف ۾ رُنو تہ ان جي چوڌاري وارن ماڻهن تي بہ رحم ڪيو ويجي ٿو توڙي ويھ هزار ماڻهو ڇو نہ هجن.

---

[1] الرقة والبكاء لابن أبي الدنيا (ص: 46)

**ساري جماعت جي نجات :**

وَلَوْ أَنَّ عَبْدًا بَكَى فِي أُمَّةٍ مِنَ الْأُمَمِ لَأَنْجَى اللّٰهُ بِبُكَاءِ ذٰلِكَ الْعَبْدِ تِلْكَ الْأُمَّةَ مِنَ النَّارِ [1]

جماعتن مان ڪنهن جماعت ۾ صرف ڪو هڪڙو ٻانهو روئي ٿو تہ ان جي روئڻ جي صدقي الله پاڪ ان ساري جو ساري جماعت کي جهنم جي باهہ کان ڇوٽڪارو عطا فرمائي ٿو.

**اي مسلمانو!** الله جي خوف ۾ روئو. اگر روئڻ نہ ٿو اچي تہ روئڻ وارن سان گڏجي ويهو مَنَ انهن جي ڳوڙهن، سُڏڪن، آهُن ۾ دانهن جي مُهابي رب توهان تي بہ راضي ٿي پوي.

**اک جي هڪ وار پُسڻ جو اجر** : هڪ حديث پاڪ ۾ آهي تہ قيامت واري ڏينهن هڪ ماڻهو کي آڻيندا. رب پاڪ فرمائيندو تہ هن کي جنت جي براق تي سوار ڪري، جنت جو لباس پهرائي ساري حشر گاهہ ۾ سير ڪرايو ۽ اعلان ڪيو تہ هي اهو ماڻهو آهي جو ساري زندگي ۾ صرف هڪ ڀيرو الله جي خوف ۾ پنهنجا گناهہ ياد ڪري ايترو رُنو هيو جو هن جي پنبڻيءَ جو هڪ وار پسي پيو هيو ان جي ڪري رب هن کي معافي ڏئي جنت جو حقدار ڪيو آهي".

پوءِ تہ سڀ گنهگار مجرم ڏاڍو پشيمان ٿيندا چوندا تہ هاءِ افسوس اسان کان ايترو بہ نہ پنو جو الله جي خوف ۾ ايترو روئون ها تہ بہ اڄ اسان جي

---

[1] الرقة والبكاء (ص: 47)

مغفرت ٿي وڃي ها. پوءِ ڏاڍو روئندا پر اهو روئڻ ڪارگر نہ هوندو.

**فرمانِ الاهي** : الله ڪريم فرمايو آهي تہ اي ٻانها اگر توهان گناهہ ڪرڻ ۾ معافي وٺڻ ڇڏي ڏيو تہ :

لَخَلَقَ اللهُ أُمَّةً يُخْطِئُونَ وَيُذْنِبُونَ فَيَغْفِرُ لَهُمْ [1]

الله پاڪ اهڙي جماعت پيدا ڪندو جو گناهہ ۾ خطائون ڪندا پوءِ الله اڳيان معافي وٺندا ۽ رب انهن کي بخشي ڇڏيندو.

**ڀلي عبادت** : حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ محبوب ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ :

الله پاڪ موسيٰ ڪليم الله سان ٽن ڏينهن ۾ هڪ لک چاليهہ هزار ڪلما ڳالهايا. انهن ڪلمن مان ڪجهہ ڪلما حضور عليہ الصلوات والسلام جن بہ بيان فرمايا، تن مان هڪ ڪلمو هي بہ آهي تہ :

وَلَمْ يَتَعَبَّدِ الْمُتَعَبِّدُونَ بِمِثْلِ الْبُكَاءِ مِنْ خَشْيَتِي [2]

عبادت ڪرڻ وارا مون لاءِ اهڙي ڪابہ عبادت نہ ٿا ڪن جيڪا منهنجي خوف ۾ روئڻ جو مثل ٿي سگهي.

سبحان الله! عبادتون تہ سڀ ڀليون پر روئڻ جهڙي ڪابہ عبادت رب

---

[1] تفسير الطبري (24/553)، تفسير ابن كثير (8/463)، الدر المنثور (8/594)، شعب الإيمان (9/312)، حياة الصحابة (4/98)

[2] المعجم الكبير للطبراني (12/120)، شعب الإيمان (13/119)، مجمع الزوائد (8/203)، كنز العمال (3/723)، تاريخ دمشق (61/112)

وٽ پسنديده نہ آهي.

رب پاڪ شال اسان کي روئڻ واري اک عطا فرمائي.

ڏکيءَ سَنديون ڏُونگرين، آڌيءَ آهُون پون،
ڏارَي جو ڏونگر کي، سوئي چيو چَون،
آرِيءَ جي افسوس ۾ رُويو رويو رون،
ان پر سيئي هون، هنيان جن هڇي ويا.

## وار ڪانڊارجڻ:

حضرت عباس ﷛ فرمايو تہ هڪ ڏينهن اسان سهٽي محبوب ڪريم ﷺ سان گڏ هڪ وڻ هيٺان ويٺا هئاسين. اوچتو زور دار هوا لڳي. ان وڻ جا سڀ سُڪل پَن ڇڻي ويا ۽ ساوا پَن باقي وڻ تي رهيا. پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو تہ مومن ٻانهي جو مثال هن وڻ وانگر آهي.

اَلْمُؤْمِنِ إِذَا اقْشَعَرَّ مِنْ خَشْيَةِ اللّٰهِ وَقَعَتْ عَنْهُ ذُنُوبُهُ وَبَقِيَتْ لَهُ حَسَنَاتُهُ[1]

جڏهن مومن ٻانهي جا الله جي خوف ۾ لڳ ڪانڊارجي وڃن ٿا تہ ان جا گناهہ ڇڻي وڃن ٿا ۽ نيڪيون باقي رهن ٿيون.

هي اجر ان جو آهي جيڪو جڏهن الله جي بي نيازي جو تصور ڪري تہ ان جا وار ڪانڊارجي وڃن ٿا تہ ان جا گناهہ بہ ڇڻي وڃن ٿا.

---

[1] مجمع الزوائد (10 / 310) مصاعد النظر للإشراف على مقاصد السور (2 / 428) مصاعد النظر للإشراف على مقاصد السور (2/428) شعب الإيمان (2/238) ضعيف الترغيب والترهيب (2/189)

## مک جي مٽي جيترو لڙڪ

مَا مِنْ عَبْدٍ مُؤْمِنٍ يَخْرُجُ مِنْ عَيْنَيْهِ دُمُوعٌ وَإِنْ كَانَ مِثْلَ رَأْسِ الذُّبَابِ مِنْ خَشْيَةِ اللَّهِ ثُمَّ تُصِيبُ شَيْئًا مِنْ حُرِّ وَجْهِهِ إِلَّا حَرَّمَهُ اللَّهُ عَلَى النَّارِ[1]

ڪنهن بہ مومن ٻانهي جي اکين مان جڏهن الله جي خوف کان لڙڪ نڪرن ٿا ڀلي ڪٿي مک جي مٽي جيترا ڇونہ هجن پوءِ انهن ڳوڙهن جو ڪو ذرو ڳل کي لڳي ٿو تہ الله پاڪ ان تي جهنم جي باھ حرام ڪري ڇڏي ٿو.

الله اڪبر ! الله جي بارگاھ ۾ اهي ڳوڙها ڪيترا تہ پيارا آهن. مک جي مٽي جيترو ڳوڙهو بہ جهنم جي ڀڙڪندڙ باھ کان بچائي ڇڏي ٿو تہ ان ماڻهو سان ڪيتريون ڀلايون ٿينديون جنهن جون اکيون هر دم الله جي ڊاءَ ۾ آليون هجن.

رويو وينـي روءُ، ڪل مَ جيسين خير ٿئي،
اچــا متــي تــو يــوري پُلــون ڪيتريــونَ.

## تاجدارِ ڪائنات جي دعا :

اسان جا محبوب نبي ڪريم ﷺ اڪثر هيءَ دعا گهرندا هيا :

اللَّهُمَّ ارْزُقْنِي عَيْنَيْنِ هَطَّالَتَيْنِ تَبْكِيَانِ بِذُرُوفِ الدُّمُوعِ[2]

---

[1] سنن ابن ماجه (2/ 1404) الترغيب في فضائل الأعمال وثواب ذلك لابن شاهين (ص: 75) شعب الإيمان (2/ 236) الرقة والبكاء (ص: 42) مرقاة المفاتيح (8/ 3359)

[2] الرقة والبكاء (ص: 58) صفة النار (ص: 138) المؤتلف والمختلف للدارقطني (3/ 1227)

يا الله مون کي ڳوڙها ڳاڙيندڙ روئندڙ هنجون هاريندڙ اکيون عطا ڪر.

**الله جو فرمان** : هڪ حديث قدسي ۾ آهي الله تعاليٰ فرمايو تہ :

وَعِزَّتِي وَجَلَالِي وَارْتِفَاعِي فَوْقَ عَرْشِي لَا تَبْكِي عَيْنُ عَبْدٍ فِي الدُّنْيَا مِنْ مَخَافَتِي إِلَّا أَكْثَرْتُ ضَحِكَهُ مَعِي فِي الْجَنَّةِ[1]

مونکي منهنجي عزت ۽ جلال جو قسم منهنجي عرش تي منهنجي بلندي جو قسم تہ جا اک دنيا ۾ منهنجي خوف ۾ گهڻو روئندي تہ اها جنت ۾ گهڻو کلندي رهندي.

**وقت جو قدر ڪيو** : پيارو! هي وقت، هي زندگي، هي راتيون، هي ڏينهن ڏاڍا قيمتي آهن. هن وقت جو قدر ڪيو. هي رب پاڪ اسان کي موقعو عطا فرمايو آهي تہ پنهنجي گناهن تي پشيماني جا ڳوڙها ڳاڙيون، الله جي بارگاهہ ۾ معافي طلب ڪيون. اگر اسان هن وقت کي کل ٻوڳ ۾ پورو ڪري ڇڏيو تہ پوءِ ڪجهہ حاصل نہ ٿيندو، ويتر ارمان جا ڳوڙها ڳاڙڻا پوندا. اها رات ياد ڪيو جنهن جو صبح قيامت وارو ڏينهن ٿيندو. اهو ڏينهن ياد ڪيو جنهن جي رات قبر جو مهمان بڻجڻو پوندو.

ڪري وٺ جيڪي ڪرڻو ٿئي، وري واپس نہ ورڻو ٿئي
حساب ڪتاب ٿيڻو ٿئي، ساري سي صاف ڏيڻو آ

**هڪ لڙڪ** : هڪ ڏينهن حضرت جبريل عليہ السلام حضور نبي ڪريم ﷺ جي خدمت ۾ آيو. پاڻ ڪريمن وٽ هڪ اصحابي روئي رهيو هيو.

---

[1] شعب الإيمان (2/234) الترغيب والترهيب (1/306) حياة الصحابة (3/423)

جبريل پڇيو تہ ھي ماٺھو ڪير آھي پاڻ فرمايائون فلاڻو آھي.
حضرت جبريل امين عرض ڪيو تہ "اسان آدم جي اولاد جي ھر نيڪي جو وزن ڪندا آھيون سواءِ روئڻ جي."
ڇو تہ ٻانھي جي اکين مان نڪتل ھڪ لڙڪ جھنم جا آڙاھ اُجھائي ڇڏيندو آھي. (تفسير قرطبي)

**رويو ويٺي روءُ:** حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ چيو تہ مون رسول الله ﷺ کان ٻڌو پاڻ فرمايائون تہ:

يَا أَيُّهَا النَّاسُ ابْكُوا فَإِنْ لَمْ تَبْكُوا فَتَبَاكَوْا فَإِنَّ أَهْلَ النَّارِ يَبْكُونَ حَتَّى تَسِيلَ دُمُوعُهُمْ فِي وُجُوهِهِمْ كَأَنَّهَا جَدَاوِلُ حَتَّى تَنْقَطِعَ الدُّمُوعُ فَتَسِيلَ الدِّمَاءُ فَتَقَرَّحُ الْعُيُونُ فَلَوْ أَنَّ سُفُنًا أُجْرِيَتْ فِيهَا لَجَرَتْ[1]

**اي انسانو!** روئو پر جيڪڏھن روئڻ نہ ٿو اچي تہ روئڻ جي ڪوشش ڪيو ڇوِ بيشڪ دوزخي روئندا ايستائين جو انھن جي مُنھن تي ڳوڙھن جا نشان پئجي ويندا. جيئن پاڻيءَ جون اڏون وھنديون آھن تانجو انھن جا ڳوڙھا ختم ٿي ويندا انھن جون اکيون رت جا نير وھائينديون. ايترو روئندا جو انھن جي روج واري پاڻي ۾ ٻيڙيون وھائجن تہ وھي ھلن.

---

[1] تفسير ابن كثير (4 / 168) مسند أبي يعلى الموصلي (7 / 161) شرح السنة للبغوي (15 / 253) مجمع الزوائد (10 / 391) مشكاة المصابيح (3/1582) البداية والنهاية (20/178)

**دوستو!** آخرت ۾ ايترو روئڻ به ڪارگر نه هوندو. اڄ پشيماني جو هڪ لڙڪ لکن گناهن جو ڪفارو بنجي وڃي ٿو. روئڻ نه اچي ته روئڻ واري صورت ڪٽي بنايو. اها صورت به رب کي وڻي ٿي. اڄ جو هڪ لڙڪ به وڏي حيثيت رکي ٿو آخرت ۾ رت جا نير وهائي ته به ڪجهه نه ورندو.

**توبه زاري** : حضرت زيد بن رفيع کان مروفوع حديث آهي ته جڏهن جهنمي دوزخ ۾ پوندا ته ڪو زمانو ڳوڙها ڳاڙيندا رهندا. وري ڪو زمانو اکين مان رت ۽ گند وهائيندا. جهنم جو داروغو کين چوندو "اي بد بختؤ اوهان دنيا ۾ روئڻ ڇڏي ڏنو هيو. هائو جي دنيا ۾ روئو ها ته اڄ اوهان کلندڙ هجو ها! (تفسير ابن ڪثير)

جي روئين رت ڦڙا ته به راڻو راضي نه ٿئي،
اڄ هڪ پساهه پرين پرچائي وٺ.
روئي روئي رت ڦڙا رب کي يار ريجهاءِ،
اٿي آڌيءَ رات جو سائين کي به ستاءِ،
اٿي دل اڙاءِ جتي سرهو سڏجين سات سين.

**پائرو!** اڄ عملن جو توشو تيار ڪيو، جيڪو ڪجهه اڄ اوهان ڪندؤ اهو ئي اڳيان ڏسندؤ. اگر اوهان مري ويو ته اوهان جي پاران ڪير نماز پڙهندو؟ ڪير اوهان جي پاران روزا رکندو. ڪير توهان جي پاران خير خيراتون ڪندو؟

**ڪِلو تورو روئو گهٽو** :

الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ فرمايو آهي ته :

فَلْيَضْحَكُوا قَلِيلًا وَّلْيَبْكُوا كَثِيرًا (التوبة:82)

پوءِ انهن کي گهرجي تہ ٿورو کلن ۽ گهڻو روئن.

اي الله جا ٻانهئو! گناهہ گهٽايو، نيڪيون وڌايو. کلڻ گهٽايو روئڻ وڌايو. خطائون ڪيو ٿا تہ توبہ کي نہ وساريو. معافي وٺندا رهو. الله اڳيان روئندا رهو. هڪ اصحابي سهڻي حبيب ڪريم ﷺ کان پڇيو تہ يا رسول الله ڇوٽڪارو ڇا ۾ آهي؟ پاڻ فرمايائون:

أَمْسِكْ عَلَيْكَ لِسَانَكَ وَلْيَسَعْكَ بَيْتُكَ وَابْكِ عَلَى خَطِيئَتِكَ [1]

پاڻ تي پنهنجي زبان بند ڪر ۽ توکي تنهنجو گهر جاءِ ڏئي. (يعني خانہ نشين ٿي ويهہ) ۽ پنهنجي گناهن تي روءُ.

الله اڪبر! پاڻ ڪريمن ﷺ ٿن نصيحتن ۾ دنيا آخرت جي غمن ڏکن ۽ پريشانين کان ڇوٽڪاري جي واٽ سمجهائي ڇڏي. بيهودي گفتار کان زبان کي بند رک. هيڏي هوڏي رُلڻ جي بجاءِ پنهنجي گهر ۾ ويٺو رهہ. دنيا جي پَهَن پچائڻ جي بجاءِ پنهنجي گناهن تي ڳوڙها ڳاڙيندو رهہ. اها راهِ نجات آهي.

**الله جي رضا**: هڪ حديث ۾ آهي تہ:

جيڪو ماڻهو پنهنجي گناهن کي ياد ڪري رُنو تہ ان کان رب راضي ٿي ويو.

---

[1] تفسير القرطبي (10 / 361) المعجم الكبير للطبراني (17 / 270) حلية الأولياء (2 / 9) شعب الإيمان (2/239) صحيح الترغيب والترهيب (3/27) تاريخ بغداد (9/190)

**گنهگار جا ڳوڙها** : هڪ حديث ۾ آهي تہ :

دمعة العاصي تطفئ غضب الرب[1]

بيشڪ گنهگار ٻانهي جو ڳوڙهو، الله جي ڏمر جي آڙاهہ کي اجهائيندو آهي.

**حضرت عيسىٰ عليہ السلام کي فرمان :**

أَنَّ اللَّهَ تَعَالَى أَوْحَى إِلَى عِيسَى ابْنِ مَرْيَمَ عَلَيْهِ السَّلَامُ أَنْ هَبْ لِي مِنْ قَلْبِكَ الْخُشُوعَ وَمِنْ بَدَنِكَ الْخُضُوعَ وَمِنْ عَيْنِكَ الدُّمُوعَ فَإِنِّي قَرِيبٌ[2]

الله تعاليٰ حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي وحي فرمائي تہ پنهنجي قلب جي نيازمندي ۽ پنهنجي بدن جي هيٺائي ۽ پنهنجي اکين جا ڳوڙها منهنجي حوالي ڪر تہ آءٌ نهايت ويجهڙو آهيان.

[1] نزهة المجالس ومنتخب النفائس (31/2)

[2] أدب الدنيا والدين (ص: 112)

## روئڻ بابت بزرگن جا اقوال

**1. حضرت شهر بن حُوشب** رحمت الله عليہ فرمايو تہ :

لَوْ اَنَّ عَبْدًا بَکٰی فِیْ مَلَاءٍ مِنَ النَّاسِ لَرُحِمُوْا بِبُکَائِهٖ[1]

جيڪڏهن ماڻهن جي ڪنهن ميڙاڪي ۾ ڪو هڪ ٻانهو رُنو تہ ان جي روئڻ جي صدقي سڀني تي رحم ڪيو وڃي ٿو.

**2. حضرت خالد خُزائي** رحمت الله عليہ فرمايو تہ :

الله جي خوف ۾ روئندڙن کي مبارڪ آهي، جڏهن الله جي رحمت نازل ٿيندي آهي تہ اول روئندڙن کي ملندي آهي پوءِ ٻين کي ملندي آهي.

**3. حضرت امام حسن** رضي الله عنه تقرير فرمائي رهيا هيا تہ :

جماعت منجهان ڪنڊ مان هڪ شخص جي روئڻ جو آواز آيو. پاڻ فرمايائون " اي روئڻ وارا گهڻو روءِ ڇو تہ قيامت واري ڏينهن روئندڙن تي رحم ڪيو ويندو." هڪ شخص امام حسن رضي الله عنه کي عرض ڪيو تہ مون کي وصيت فرمايو. پاڻ فرمايائون تہ "پنهنجي زبان الله جي ذڪر سان آلي رک، پنهنجون اکيون الله جي خوف جي ڳوڙهن ۾ پُسيل رک پوءِ ڳُهر جيڪي ڪجهہ گهرندين تہ کي عطا ڪيو ويندو."

(الرقة والبكاء)

---

[1] الرقة والبكاء (ص: 47)

**4. حضرت ابو عمران** رحمة الله عليه فرمايو تہ : هر نيڪ عمل جي جزا آهي، هر چڱائي جو بدلو آهي انجي وزن مطابق پر ڳانهي جي اک مان نڪتل ڳوڙهي جي نہ تور آهي نہ وزن پر هڪ هڪ ڳوڙهو جهنم جي باهہ جا آڙاهہ اُجهائي ڇڏيندو.

**5. حضرت فرقد سبخي** رحمة الله عليه فرمايو تہ :

جڏهن ٻانهو الله جي خوف ۾ روئي ٿو تہ ان جا گناهہ ائين ڌوپي وڃن ٿا جيئن اڄ ماءُ جي پيٽ مان جمي نڪتو هجي ۽ جيڪڏهن ٻانهو ساري زمين جي جبلن جيترا ڳرا گناهہ ڪٽي اچي رب اڳيان روئي معافي وٺي تہ رب ان کي بخشي ڇڏيندو. جيڪو جنت لاءِ روئي ٿو تہ جنت رب کي سفارش ڪري ٿي تہ خدايا ان کي جنت عطا ڪر ۽ جيڪو دوزخ جي خوف کان روئي ٿو تہ دوزخ خود رب وٽ سفارش ڪري ٿو تہ اي الله هن کي دوزخ جي باهہ کان نجات عطا ڪر.

(الرقة والبكآء)

**6. حضرت عون بن عبدالله** رحمة الله عليه جڏهن حضرت ابو حازم جي مجلس ۾ آيو تہ مجلس ٻڌي روئڻ لڳو پنهنجا ڳوڙها پنهنجي مُنهن کي مَلڻ لڳو. ماڻهن ان جو سبب پڇيس. فرمايائين تہ مون حديث پاڪ ٻڌي آهي تہ :

ان النار لا تمس موضع الدموع [1]

جنهن جاءِ تي ڳوڙها لڳا تہ اتي جهنم جي باهہ نہ ڇهندي.

---

[1] الرقة والبكاء (ص:53)

**7. عجيب حڪايت** : هڪ الله جي ولي جي زال صورت جي ڪارڙي ڪوجهڙي هئي. وفات بعد ان کي خواب ۾ ڏٺائين تہ ان جو چهرو نهايت حَسين و جميل چمڪي رهيو هيو. پڇيائينس تہ هي حُسن ۽ جمال تو کي ڪٿان مليو؟ زال چيو تہ هڪ رات اوهان تهجد نماز پڙهي زاروزار روئي رهيا هيا. مون اوهان جا ڳوڙها اُکهي پنهنجي مُنهن کي مَليا. انهن ڳوڙهن جي صدقي رب ڪريم مون کي هي حُسن و جمال عطا ڪيو آهي.

**8. حضرت محمد بن ڪب** رحمۃ اللہ علیہ جو حال هي هيو جو:

يَتَكَلَّمُ وَدُمُوعَه سَائِلَةٌ

پاڻ ڳالهائيندا پيا هيا پر سندس اکيون ڳوڙهن سان جاري هونديون هيون.

اکيون سي ئي ڏار جن سان پسين پرين کي
ٻئي ڏي ڪيم نهار گهٽو ريسارا سپرين

**9. گفتار پُر اسرار** : حضرت عبدالواحد بن زيد رحمۃ اللہ علیہ فرمايو تہ ”اي ياٿرو اوهان الله جيٰ محبت ۾ چوٰنہ ٿا روئو؟ جيڪو الله جي محبت ۾ روئندو، الله جي ديدار کان محروم نہ رهندو. اي ياٿرو! جهنم جي پڙڪندڙ باھ جي خوف ۾ چو نہ ٿا روئو؟ جيڪو دوزخ جي خوف کان روئندو، رب پاڪ ان کي جهنم کان ضرور بچائيندو.

**اي ياٿرو!** توهان قيامت جي ڏينهن جي گرمي ۽ اُڃ جي خوف ۾ چونہ ٿا روئو؟ جيڪو ان خوف ۾ روئندو رب ان کي روز محشر سڀ خلق اڳيان جنت جا جام پياريندو.

اي پائرو چو نہ ٿا روئو؟ پنهنجي گناهن تي ائين چوندي پاڻ ايترا رُنا جو بيهوش ٿي ڪري پيا. (صفة الصفوة)

ڏکيون جان نہ مِڙن، تان تان پَنڌُ نہ ٿئي
بيون ائين ئي هٿ هٽن، پِنّڙِ واريون پڌريون

**10. حضرت زياد رحمة الله عليه :** هڪ ڏينهن ڪِليو تہ ڪِلڻ جو آواز ظاهر ٿيو. پوءِ پاڻ استغفرالله چئي زارو قطار رُنو ۽ روئندو رهيو. بعد ۾ ماڻهن ڪانئس ايترو روئڻ جو سبب پڇيو. فرمايائين تہ ڪنهن خوشي جي ڳالهہ ياد آيم تڏهن ڪليس پر جڏهن پنهنجا گناهہ ياد آيم تہ بي اختيار روئڻ اچي ويو. ائين چئي رُنو تانجو بيهوش ٿي ويو. (الرقة والبكاء)

**11. پَسيو عيب پنهنجا:** هڪ ولي الله وٽ هڪ دوست آيو. عرض ڪيائين تہ آءٌ جڏهن بہ اوهان وٽ اچان ٿو تہ اوهان کي روئندڙ ڏسان ٿو. اگر مسجد ۾ ٿو اچان تہ اوهان روئندڙ آهيو. اگر گهر ٿو اچان تہ اوهان کي روئندڙ ٿو ڏسان. اگر قبرستان ۾ ڏسان ٿو تہ اوهان روئندڙ نظر اچو ٿا. ڇا سبب آهي؟ جو اوهان ساري زندگي روئڻ ۾ آهيو؟ اهو بزرگ رُنو ۽ فرمايائين تہ ”درد منڊُ ۽ گهنگارُ تہ ائين ئي هوندو آهي.“

پسيو عيب پنهنجا پيا ڏوهہ ڏکن،
اسان پارا عجيب جي نہ ٿا منهن چڙهن،
هو ڏهہ ڏهہ پيرا ڏينهن ۾ معافيون ڏئي مٺن،
”طالب مولايِ“ تڏهن ٿا لڙيو لڙڪ پون،
ڏسيو قرب قريب جا ٿيون اوچنگارون اچن،
تہ ههڙا حبيبن پنهنجا پال پلائيا.

**دوستو!** پنهنجي ڪساين ڪچاين، ڏوهن ۽ غلطين کي ياد ڪيو، وري رب ڪريم جي احسانن ۽ انعامن ڏانهن بہ نظر ڦيرايو تہ مالڪ مٺي جهڙو پيو ڪو ڪريم رحيم ٿي نہ ٿو سگهي. وري اسان جهڙو پيو ڪو بي وفا نہ ٿو ٿي سگهي.

**12. روئو روئڻ ڪان اڳ** :ڪنهن بزرگ فرمايو تہ گناهن تي روئو. آخرت جي روئڻ ڪان اڳ. معافي وٺو مار کائڻ ڪان اڳ. عمل ڪيو مرڻ ڪان اڳ. هڪ الله جو پانهو دم دم روئندو رهندو هيو، ڪنهن ماڻهو ايتري روئڻ ڪان منع ڪيس. فرمايائين.

بَكَيْتُ عَلَى الذُّنُوبِ لِعُظْمِ جُرْمِيْ
وَ حُقَّ لِكُلِّ مَنْ يَّعْصِي الْبُكَاءُ
فَلَوْ كَانَ الْبُكَاءُ يُرَدُّ هِمِّيْ
اَسْعَدَتِ الدُّمُوْعُ مَعًا دِمَاءُ

پنهنجن وڏن گناهن مٿان آءُ رُنس ۽ هرهڪ گنهگار تي روئڻ حق آهي پوءِ جيڪڏهن روئڻ منهنجي غمن کي گهٽائي تہ آءُ لڙڪن سان گڏ رت جا نير وهايان.

**13. دردِ دل** :حضرت ذوالنون مصري ﷺ فرمايو تہ :

اسان حج بعد يمن جي ملڪ ڏانهن وڃي رهيا هياسين. اسان جي ساٿ ۾ هڪ نوجوان هيو جو خوفِ الاهي، خشوع و خضوع، تواضع ۽ نوڙت ۾ پنهنجو مَٽ پاڻ هيو. ان جو رنگ ڦڪو ٿي چڪو هيو. هر وقت ان جي اکين مان آب جاري رهندو هيو. ٿڌا ساهہ کڻڻ آهون ۽ دانهون

پرڻ ان جي عادت هئي.

سَگهن سُڌ نہ سور جي، رِڙکن رَنجُوري،
پِيا آهن پَٽَ ۾ مٽن معموري،
پِرت جن پوري تن رويو گذري راتڙي.

يمن ۾ هڪ مردِ ڪامل جي صحبت ۾ آياسين. ان نوجوان ان بزرگ کي چيو تہ سائين اوهان دلين جا طبيب آهيو. منهنجي دل ۾ هڪ درد آهي. ان درد جو هڪ زخم آهي. ان زخم جو ڪو اوهان وٽ مرهم آهي تہ ٻڌايو. بزرگ چيو تہ ڇا درد آهي؟ چيائين سائين ٻڌايو تہ خوف الاهي جي ڇا نشاني آهي؟ بزرگ فرمايو تہ خوف الاهي ڪنهن دل ۾ ايندو آهي تہ پاڻهو پين خوفن کان امن ۾ اچي ويندو آهي. دنيا جون لذتون ڦِٽي ويندئون آهن. نيڪي جا ڳرا ڪم بہ آسان محسوس ٿيندا آهن. جيئن بيمار ڪاڌي پيتي جي لذيذ شين کي ڇڏي ڪَوڙي دوا تي صبر ڪندو آهي. پوءِ ان بزرگ ڪجهہ نصيحت ڪئي. نوجوان دانهن ڪري ڪريو ۽ سندس دم پرواز ٿي چڪو هيو. (روض الرياحين)

**14. مستاني جي نصيحت** :هڪ ڀيري سلطان هارون الرشيد حج تي ويو. مڪي مان عرفات طرف وڃي رهيو هيو تہ رستي ۾ بهلول فقير مستانو ويٺل هيو. جڏهن بادشاهي قافلو شاهي شان و شوڪت سان لنگهيو تہ مستانو رڙيون ڪري هارون رشيد کي سڏ ڪندي سندس سواري جي اڳيان وڃي بيٺو. بادشاهہ چيو مستانا ڇا ٿو چوين؟ چيائين اي بادشاهہ اسان ٻڌو آهي تہ "ساري ڪائنات جا مالڪ حضرت حبيب ڪريم ﷺ جن جڏهن حج تي آيا تہ اهڙي اُٺَ تي سوار

هيا جنهن تي نهايت ٿوري قيمت وارو ڪجائو پيل هيو. حضور جي سواري ڪان ماڻهن ڪي پري رکڻ لاءِ هٽو بچو ! جا آواز نه هئا. اي بادشاهه تو ڪي هن سفر ۾ تڪبر وڏائي ۽ بادشاهي رعب تاب جي بجاءِ نياز ۽ نوڙت سان هلڻ پيلو آهي. اها نصيحت ٻڌي بادشاهه رُنو ۽ ايتري قدر رُنو جو سندس ڳوڙها زمين تي ڪرڻ لڳا. پوءِ وري بهلول فقير ڪي چيائين ته ڪا نصيحت ڪر. بهلول هي بيت پڙهيا ۽ هارون رشيد بيحد روئندو رهيو.

يَاصَاحِبِي لَا تَغْتَرِرْ بِتَنَعُّمٍ
فَالْعُمْرَ يَنْفد وَالنَّعِيْمُ يَزُوْلُ

وَاِذاَ حَمَلْتَ اِلَى الْقُبُوْرِ جَنَازَةً
فَاعْلَمْ بِاَنَّكَ بَعْدَهَا مَحْمُوْلُ

اي دنيا دارنعمتن ڪي ڏسي مغرور نه ٿيءُ. عمر پوري ٿي ويندي ۽ نعمتون فنا ٿي وينديون ۽ جڏهن تون ڪو جنازو ڪٽي قبرستان ڏي هلين ته پڪ ڄاڻ ته جلد تنهنجو به ائين جنازو کنيو ويندو.

**15. آخرت جو خوف:** جڏهن ٻانهي جي دل مان الله جو خوف ۽ خشيت نڪري ويندي آهي تڏهن اهو گناهن تي دلير ٿي ويندو آهي. جنهن ڪي جيتري رب جي سڃاڻ هوندي آهي ان ڪي اوترو الله جي ذات ۽ آخرت جو ڊپ هوندو آهي. الله جي ڪاوڙجي وڃڻ جو ڊپ، جهنم جي باهه جو ڊپ، موت جي سختي، سڪرات جي تنگي جو ڊپ، قبر جي عذات جو خوف، منڪر نڪير جي پڇاڙي جو خوف،

قيامت جي دردناڪ ڏهاڙي ۾ الله جي بارگاهہ ۾ حضوري جو خوف، عيب اگهاڙا ٿي پوڻ جو خوف. اهي سڀ اهڙيون ڳالهيون آهن جن کي ياد رکڻ وارو ٻانهو ڪڏهن بہ الله جي بي فرماني نہ ڪندو پر اتفاقاً ڪا خطا ٿي بہ پئي يڪدم ان تي پشيمان ٿي روئي رڙي معافي وٺندو.

16. **روئي روئي رات وهاڻي:** الله جي ٻانهن جي رات روئندي روئندي ئي گذرندي آهي.

بَكَى الْبَاكُوْنَ لِلرَّحْمَانِ لَيْلاً
وَبَاتُوْا دَمْعُهُمْ مَا يَسَأمُوْنَا

بُقَاعِ الْاَرْضِ مِنْ شَوْقٍ اِلَيْهِمْ
تَحُنَّ مَتىٰ عَلَيْهَا يَسْجُدُوْنَا

17. **الله جا احسان** : الله رب العزت جا ٻانهي مٿان هزار احسان ۽ انعام آهن. هر لمحہ نعمتن جي بارش وسي رهي آهي.

وَاِنْ تَعُدُّوْا نِعْمَتَ اللهِ لَا تُحْصُوْهَا (ابراهيم:34)

جيڪڏهن اوهين الله جي نعمتن کي ڳڻڻ چاهيو تہ
شمار ئي نہ ٿا ڪري سگهو.

ٻانهو ڪيترو سرڪش ۽ اياڻو آهي جو جنهن رب جو رزق کائي جنهن مالڪ جي حڪومت ۾ رهي، جنهن ڪريم جي انعامن سان پلجي رهيو آهي، وري بي فرماني بہ انهي مالڪ ذوالجلال جي ڪري رهيو آهي. هر گهڙي الله ڪريم وڏ ۽ احسان ڪيا پر ٻانهي وري هر گهڙي رب جي

بي فرماني ڪئي. رب جي ڏنل نعمتن کي رب جي ئي بي فرمانين ۾ استعمال ڪيائين. پر الله ڪريم صبور آهي، وري به ٻانهي کي هزارها بي فرمانين هوندي به گرفت يا عذاب نه ٿو ڪري. وري به مهلت عطا فرمائي ٿو ته من ٻانهو منهنجي بي فرماني کان معافي طلب ٿئي، من گناهن کان باز اچي وڃي. ٻانهي کي لازم آهي ته پنهنجي گناهن، خطائن، بي فرمانين کي ياد ڪري انهن تي روئي ۽ الله پاڪ کان پنهنجي گناهن جي معافي وٺندو رهي.

**18. گناهه ڇڻي وڃن ٿا** :حضرت مالڪ بن دينار رحمة الله عليه فرمايو آهي ته گناهن تي روئڻ گناهن کي ائين ڇاڻي ڇڏيندو آهي جيئن وڻ جا سُڪل پن هوا تي ڇڻي ويندا آهن. (ڪتاب التوبه)

**19. ندامت جا ڳوڙها** : هڪ گنهگار بدڪار ٻانهو جڏهن پنهنجي خطائن کي ياد ڪري ٿو ان جي پيشاني پشيماني جي پگهر ۾ پُسي وڃي ٿي، ان جون اکيون ندامت جي ڳوڙهن سان آليون ٿي پون ٿيون ته الله جي رحمت مغفرت جو درياءُ جوش ۾ اچي وڃي ٿو. ان گهڙي ان ٻانهي جي گناهن ۽ خطائن مٿان معافي جو قلم ڦري وڃي ٿو. عابدن ۽ زاهدن جي اها عبادت جنهن ۾ ناز ۽ غرور هجي تنهن کان گنهگار ٻانهي جا گناهه جن جي پويان پشيماني هجي ان تي رب جي رحمت متوجهه ٿيندي آهي. بزرگن فرمايو آهي ته :

اِنْكِسَارُ الْعَاصِيِّيْنَ خَيْرٌ مِّنْ صَوْلَةِ الْمُطِيْعِيْنَ

فرمانبردارن جي ناز کان گنهگارن جو نياز ڀلو آهي.

# باب چوٿون

ملائڪ سڳورا ڪيئن الله جي عظمت ۽ بي نيازي اڳيان روئي رهيا آهن.

جبرائيل ۽ ميڪائيل ۽ عرش کي کڻڻ وارا ملائڪ ڪئين تا روئن؟

الله جي پيارن پيغمبرن ڪيئن روئندي روئندي راتيون گذاريون؟

ڪجهه پيغمبرن جي روئڻ جا دلگداز واقعا جن کي پڙهڻ سان دل روئڻ تي مجبور ٿي پوي ٿي.

حضرت آدم، حضرت نوح عليهم السلام جي روئڻ جا داستان

رويو ويٺي روءِ، ڪِلُ مَ جيسين خير ٿئي
اچا مٿي تو يوري پُلون ڪيتريون

## ملائڪن جو روئڻ:

سيدالعرب والعجم حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ فرمايو تہ جبريل عليہ السلام جڏهن بہ مون وٽ ايندو آهي تہ روئندو ايندو آهي. چيائين تہ جڏهانڪر جهنم کي الله پاڪ پيدا ڪيو آهي تڏهن کان آءٌ نہ کِليو آهيان.

هڪ ٻي حديث ۾ آهي تہ پاڻ ڪريمن ﷺ حضرت جبريل عليہ السلام کي فرمايو تہ "اي جبريل ڇا سبب آهي جو مون ڪڏهن بہ ميڪائيل عليہ السلام کي کلندڙ نہ ڏٺو آهي؟" جبريل چيو تہ يا رسول الله! جڏهن کان جهنم ۽ ان جي باهہ الله تعاليٰ پيدا ڪئي آهي تڏهن کان ميڪائيل نہ کِليو آهي هر وقت روئندو رهندو آهي. (احمد)

مدني ڪريم ﷺ فرمايو تہ الله جي عرش کي کڻڻ وارا ملائڪ الله جي خوف ۾ ايتري قدر روئي رهيا آهن جو انهن جون اکيون نهرن وانگر وهي رهيون آهن. پاڻ فرمايائون آءٌ جڏهن معراج ڪندي چوٿين آسمان تي پهتس تہ مون کي روئڻ ۽ اوڇنگارن جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. مون چيو اي جبريل هي ڇاجو روئڻ آهي؟

عرض ڪيائين "يا رسول الله آسمان وارا اوهان جي گنهگار امت جي مغفرت لاءِ روئي رهيا آهن." (الرقہ والبڪاء ص: 299)

## حضرت آدم عليہ السلام جو روئڻ :

حديث پاڪ ۾ آهي تہ جڏهن حضرت آدم عليہ السلام منع ٿيل وڻ جو ميوو کاڌو تہ رب ڪريم فرمايس تہ "اي آدم توکي منهنجي بي فرماني تي ڪنهن آماده ڪيو؟" عرض ڪيائين "اي الله منهنجي زال حوا اها راهہ مون کي وتائي." رب فرمايس تہ حوا کي اها سزا ڏيندس جو حمل تڪليف سان کڻندي ۽ ٻار تڪليف سان ڄڻيندي ۽ ماهوار خون جي ڪيس سزا ڏيندس. جڏهن بيبي حوا اها ڳالهہ ٻڌي تہ رڙيون ڪري رُني. رب فرمايو تہ اهو روئڻ حوا تي ۽ ان جي نياڻين تي قيامت تائين لازم ڪيم. (تفسير ابن ڪثير)

حضرت حسن روايت فرمائي تہ جڏهن حضرت آدم عليہ السلام کي جنت مان لاٿو ويو تہ ٽي سؤ سال روئندو رهيو. تانجو سرانديپ جي ٻيٽ تي سندس ڳوڙهن جي پاڻيءَ سان ساوڪ پيدا ٿي پئي.

هڪ روايت ۾ آهي تہ اگر ساري دنيا جي ماڻهن اڳين پوين جو روج گڏ ڪيو وڃي تہ آدم عليہ السلام جو روئڻ اجا بہ گهڻو ٿيندو. (مسند احمد)

هڪ روايت ۾ آهي تہ ٽي سؤ سالن تائين حضرت آدم عليہ السلام جون اکيون آليون ئي رهيون. شرمساري ۽ رب جي حياء سبب ٽي سؤ سالن تائين پاڻ ڪنڌ مٿي ڪري آسمان ڏانهن نہ نهاريائون.

تفسير ابن ڪثير ۾ آهي : سهڻي محبوب ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ توهان جو پيءُ آدم عليہ السلام کجور جي وڻ وانگر ڊگهو هيو. سندس قد سٺ هٿ هيو. سندس وار ڊگها هيا. جڏهن ڪانئس داڻي وارو واقعو ٿي پيو تہ سندس شرمگاهہ ظاهر ٿي پئي ۽ جنت ۾ هيڏي هوڏي ڊوڙڻ

لڳو ۽ وڻن جي پنن سان پاڻ کي ڍڪڻ لڳو. رب ڪريم وحي فرمايس تہ اي آدم مون کان ڀڄين ٿو ڇا؟ عرض ڪيائين پنهنجي خطا سبب شرمسار آهيان. رب فرمايس وڃ هيٺ زمين تي. پوءِ زمين تي ٽي سؤ سال رُنو. سندس ڳوڙهن جي پاڻي تي خوشبودار ٻوٽا، وڻ گل پيدا ٿي پيا. پوءِ رب ڪريم کيس معافي ڏني. جڏهن سندس وفات جو وقت آيو تہ الله ڪريم جنت مان ڪفن ۽ خوشبوءِ موڪلي. جڏهن بيبي حوا ملائڪن کي ڏٺو تہ قريب آئي. حضرت آدم عليہ السلام فرمايو تہ منهنجي ۽ منهنجي رب جي قاصدن جي وچان هٽي وڃ. جيڪي ڪجهہ مون کي تڪليف پهتي آهي سا سڀ تنهنجي سبب پهتي آهي. پوءِ ملائڪن کيس پاڻي ۽ ٻير جي پنن سان غسل ڏنو ۽ اِڪي ڪپڙن جو کيس ڪفن ڏنائون ۽ قبر ۾ سندس لاءِ سامي کوٽيائون ۽ کيس دفن ڪيائون ۽ چيائون تہ آدم جي اولاد لاءِ اها سنت مقرر ڪئي وئي آهي. (ابن ڪثير، ابن جرير، ابن مردويہ مرفوعا)

## حضرت نوح عليہ السلام جو روح راڙو:

نوح لفظ جي معنيٰ آهي "روئندڙ" پاڻ واقعي بہ ساري عمر الله جي خوف ۾ روئندا رهيا.

روايت ۾ آهي تہ جڏهن نوح عليہ السلام طوفان جي اچڻ مهل الله پاڪ کان پٽ جي باري ۾ بار بار سفارش ڪئي تہ الله پاڪ فرمايس تہ:

اِنِّيْٓ اَعِظُكَ اَنْ تَكُوْنَ مِنَ الْجٰهِلِيْنَ۝ (هود:46)

بيشڪ آءٌ تو کي نصيحت ڪيان ٿو متان تون نادانن مان ٿين.

ان فرمان الاهي ٻڌڻ بعد:

بَكَى ثَلَاثَمِائَةِ عَامٍ حَتَّى صَارَ تَحْتَ عَيْنَيْهِ أَمْثَالُ الْجَدَاوِلِ مِنَ الْبُكَاءِ [1]

پاڻ ٽي سؤ سالن تائين روئندا رهيا تانجو سندن اکين هيٺان گهٽي روئڻ سبب چارا ٺهي پيا.

## حضرت دائود عليہ السلام جي روئڻ جا واقعات :

الله جو پيارو پيغمبر حضرت سيدنا دائود عليہ السلام نبي هجڻ سان گڏ وقت جو بادشاهہ بہ هيو. تفسيرن ۾ سندس زندگي جي هڪ واقعي جو ذڪر ملي ٿو جنهن جي سبب پاڻ بقيہ ساري زندگي روئندا ئي رهيا. اهو ڪهڙو واقعو هيو جنهن تي پاڻ ايترو رُنا؟ ۽ پاڻ الله جي خوف ۾ نيرَ وهائيندا رهيا؟ ڪتابن ۾ تفصيل سان ان واقعي کي بيان ڪيو ويو آهي. تفسير خازن، تفسير طبري، علامہ آلوسي، حافظ ابن ڪثير، عبدالوهاب نجار وغيره ان قصي کي اسرائيلي روايت سڏيو آهي ۽ فرمايو آهي تہ الله جا نبيءَ معصوم هوندا آهن. خازن لکيو آهي تہ دائود ۽ اوريا جي قصي ۾ ڪابہ خبر ثابت نہ آهي پر پيِن امامن مفسرن ان واقعي کي وڏي شرح وبسط سان بيان ڪيو آهي تہ اها حضرت دائود عليہ السلام جي آزمائش هئي جنهن تي قرآن شاهد آهي. ان واقعي بعد حضرت دائود عليہ السلام سڄاتو تہ هي سندس آزمائش هئي پوءِ چاليهہ ڏينهن سجدي ۾ ڪِري پيو تانجو سندس ڳوڙهن سان ساوڪ ڄمي آئي.

---

[1] الرقة والبكاء (ص: 231) الرقة والبكاء (ص: 231) العقوبات (ص: 78) الزهد لأحمد بن حنبل (ص: 45) التوابين (ص: 14)

پوءِ الله پاڪ وحي ڪيس تہ اي دائود جي بڪارو آهين تہ تو کي ماني کارايان، جي اجارو آهين تہ توکي پاڻي پياريان، جي مظلوم آهين تہ تنهنجي مدد ڪيان. پوءِ پاڻ رڙ ڪيائين سندس آهہ سان ساوڪ جلي سڙي وئي. پوءِ الله پاڪ فرمايس تہ اي دائود اسان تو کي معافي ڏني سين.[1]

## حضرت دائود عليہ السلام جو روڄ :

حديث پاڪ ۾ آهي تہ جڏهن حضرت دائود عليہ السلام کان لغزش سرزد ٿي پئي تہ الله جي اڳيان رنو. ساري دنيا جي ماڻهن جو روڄ گڏ ڪجي تہ بہ حضرت دائود عليہ السلام جو روڄ گهڻو ٿي ويندو ۽ جيڪڏهن ساري خلق جو روڄ ۽ حضرت دائود عليہ السلام جو روڄ هڪ طرف ڪجي ۽ حضرت آدم عليہ السلام جو روڄ ٻئي طرف ڪجي تہ برابر ٿيندو. (ڪتاب الزهد لامام احمد بن حنبل)

جڏهن حضرت دائود عليہ السلام کان لغزش ٿي تہ بقيہ ساري زندگي روئندو رهيو. جڏهن بہ پاڻي پيئندو هيو تہ ان ۾ سندس اکين جا ڳوڙها بہ گڏجي پوندا هيا. جڏهن بہ ماني کائيندو هيو تہ ضرور سندس اکين جا ڳوڙها ماني کي آلو ڪري وجهندا هيا ۽ جڏهن بہ بستري تي سمهندو هيو تہ ضرور سندس ڳوڙهن سان بسترو آلو ٿي پوندو هيو.

(حليہ الاولياء : جلد 4 ص39)

---

[1] هي واقعو تفسير طبري، تفسير در منثور ۾ وڏي شرح ۽ بسط سان بيان ٿيل آهي. تفسير در منثور ۾ ساڳيو واقعو مختلف راوين جي حوالي سان لفظن جي ٿوري ڦير گير سان ڪيئي ڀيرا بيان ٿيل آهي.

سچڻ سارو ڏينهن روئندي روئندي گذريو،
اکين منجهان مِينهن وسندي وسندي رات ٿي.

ان واقعي بعد حضرت دائود عليہ السلام جي چهري تي ساري زندگي خوشيءَ جا آثار نہ ڏٺا ويا ۽ ڪڏهن پاڻي نہ پيتائين مگر پاڻي سان اکين جا ڳوڙها ملي ٿي ويا. (حلية الاولياء)

حضرت وهب کان روايت آهي تہ جڏهن حضرت دائود عليہ السلام نماز لاءِ بيهندو هيو تہ ايترو روئندو هيو جو ڳوڙها زمين تائين پهچي ويندا هيا ۽ جڏهن رڪوع ڪندو هيو تہ ڳوڙها زمين تي ڪرندا هئا ۽ جڏهن سجدو ڪندو هيو تہ ڳوڙهن واري آلي زمين تي نرڙ رکندو هيو. (حلية الاولياء)

سچڻ ساري رات روئندي روئندي گذري
پرهہ ڦٽي پرڀات تہ بہ اکيون آليون ئي رهيون

حضرت ابن عباس رضي الله عنها کان روايت آهي تہ حضرت دائود عليہ السلام رات جي پوئين پهر ۾ سجدي ۾ وجي زور سان روئندو هيو. جيستائين سندس آواز پهچندو هيو هر مخلوق خاموش ٿي ويندي هئي. سندس روئڻ ٻڌي هر مخلوق روئندي هئي. (الرقة والبڪاء)

جڏهن پاڻ بلند آواز سان زبور شريف پڙهندا هيا ۽ روئندا هيا تہ هر مخلوق ۾ روج پئجي ويندو هيو. ڪڏهن پاڻ زبور پڙهندا هيا تہ اڏامندڙ پکي بہ بيهي رهندا هيا ۽ سندس سريلو آواز ٻڌندا هيا. هلندڙ پاڻي بہ رڪجي ويندو هيو. پاڻ ايترو روئندا هيا جو سندن چوڌاري اکين جي لڙڪن سبب ساوڪ ڄمي پوندي هئي.

ڪڏهن سندن زبور پڙهڻ سان ڦاڙيندڙ جانور سندن محراب جي چوڌاري ڦري ايندا هئا ۽ روئندا هئا. ڪڏهن پکي ۽ جانور مري به پوندا هئا. (الرقة والبكاء)

حضرت وهب بن منبہ کان روايت آهي تہ:

كَانَ دَاوُدُ عَلَيْهِ السَّلَامُ إِذَا رَفَعَ صَوْتَه بِالزَّبُورِ لَمْ يَسْمَعْه شَيْءٌ إِلَّا حَجَلَ اَيْ رَقَصَ [1] (الرقة والبكاء)

جڏهن حضرت دائود عليہ السلام بلند آواز سان زبور شريف پڙهندا هيا تہ جو بہ ٻڌندو هيو سو رقص ۾ اچي ويندو هيو.

ٻي روايت ۾ آهي تہ جڏهن حضرت دائود عليہ السلام کان آزمائش ورئي وئي تہ پاڻ ٻرن بيابانن ڏانهن نڪري ويندو هيو ۽ روئندو رهندو هيو. جانور ۽ پکي بہ ساڻس گڏ روئندا رهندا هيا. پوءِ گهر واپس ايندو هيو تہ گهر وارا روئندا هيا. جڏهن سندس اها حالت ڏٺي وئي تہ سجدي ۾ ڪري پوندو هيو ۽ روئندو رهندو هيو تانجو ڳوڙهن جي پاڻي تي ساوڪ ڄمي پوندي هئي. سجدي مان مٿو کڻي درد جي دانهن ڪيئندو هيو تہ اها ساوڪ سڙي ويندي هئي. پوءِ آواز آيس تہ اي دائود! اگر مظلوم آهين تہ تنهنجي مدد ڪيان. بي لباس آهين تہ توکي ڪپڙا ڍڪايان. اڃارو آهين تہ توکي پاڻي پياريان. بکارو آهين تہ توکي ماني کارايان.

---

[1] كَانَ دَاوُدُ عَلَيْهِ السَّلَامُ إِذَا رَفَعَ صَوْتَهُ بِالزَّبُورِ لَمْ يَسْمَعْهُ شَيْءٌ إِلَّا حَجَلَ قَالَ مُحَمَّدٌ فَقُلْتُ لِمُجَشِّرٍ مَا حَجَلَ؟ قَالَ كَهَيْئَةِ الرَّقْصِ الرقة والبكاء (ص: 249)

عرض ڪيائين يا الله مون ڪي منهنجي خطا هلاڪت ۾ وجهي چڏيو آهي. پوءِ وري سجدي ۾ ڪري پيو. روئندو رهيو تانجو سندس آواز اچڻ بند ٿي ويو. پوءِ الله پاڪ مٿس رحم فرمايو. (الرقه والبڪاء)

**حضرت يحيٰ عليہ السلام جو روئڻ :**

حضرت زڪريا عليہ السلام الله جو پيارو پيغمبر نهايت پيرسن ٿي چڪو هيو. سندس گهرواري بہ ڪراڙي ٿي چڪي هئي. هڪ ڏينهن الله جي بارگاهہ ۾ دعا گهريائين "يا الله منهنجا هڏا بہ جهور ٿي چڪا آهن، وار اڇا ٿي ويا آهن تو ڪڏهن بہ منهنجي دعا رد نہ ڪئي. مون کي پنهنجي پٺيان مائٽن جو خوف آهي ۽ منهنجي زال سنڍ آهي. پوءِ مون کي پاڻ وٽان ڪو اهڙو وارث عطا ڪر جيڪو منهنجو ڪم سنڀالي. منهنجو جاءِ نشين ۽ يعقوب جي اولاد جو وارث ٿئي."

الله پاڪ سندس دعا قبول فرمائي. رب فرمايس تہ :

يٰزَكَرِيَّآ اِنَّا نُبَشِّرُكَ بِغُلٰمِ ِاسْمُهٗ يَحْيٰى (مريم: 7)

اي زڪريا اسان تو کي پُٽڙي جي مبارڪ ٿا ڏيون ان جو نالو يحيٰ آهي. جڏهن حضرت يحيٰ عليہ السلام جي ولادت ٿي جيئن ئي ڪجهہ وڏو ٿيو تيئن الله جي خوف ۾ روئڻ شروع ڪيائين. رات ڏينهن روئندو رهندو هيو تانجو ڳلن جو گوشت ڳري ويس. هڏا ظاهر ٿي پيس. امڙ چيس تہ ٻچا روئڻ بند ڪر تہ تنهنجي ڳلن تي پها ٻڌان. پوءِ امڙ ڪپهہ جا پها ناهي ڳلن تي ٻڌس تہ ٿوري دير ۾ ايترو رنو جو اُهي پها بہ لڙهي ويا. صبح شام رات ڏينهن روئندو ئي رهندو هيو. (حلية الاولياء)

سهڻي محبوب ڪريم ﷺ جي زندگي پاڪ جو مطالعو ڪجي ٿو تہ ساري زندگي ۾ سندن روئڻ جا داستان ملن ٿا. ڪڏهن جِلوَتَ ۾ ڪڏهن خِلوَتَ ۾، ڪڏهن گهر ۾، ڪڏهن ميدانِ جنگ ۾، ڪڏهن نماز ۾، ڪڏهن قرآن پڙهندي، سندن سهڻين اکين مان لڙڪ وهندا رهندا هئا. پاڻ نهايت ٻاجهہ ڀريا مهربان ۽ غمخوار هيا. سندن زندگي پاڪ جا ڪجهہ روئڻ جا واقعا هن باب ۾ بيان ڪيا وڃن ٿا.

روئي روئي رت ڦڙا رب کي يار ريجهاءِ،
اتي آڌيءَ رات جو پرينءَ کي پرچاءِ،
اتي دل اڙاءِ جتي سرهو سڏجين ساٿ سين.

سُنت سندي سردار جي طلب وجايم تات،
جنهن ريجهايو رحمان کي جاڳي ساري رات،
اتي آڌيءَ رات سُوٽا پير سيد جا.

## تاجدار ڪائنات جو روئڻ:

سيد الاولين والآخرين، امام الانبياءِ والمرسلين، امام القبلتين، حضرت محمد مصطفيٰ ڪريم ﷺ جي زندگي پاڪ جو مطالعو ڪجي ٿو ته رڳو سندن روئڻ جا داستان ملن ٿا. پاڻ نهايت رَقِيقُ القَلب، مِهر ۽ محبت جا پيڪر هيا. سندن سينو محبت جو خزينو هيو. پنهنجي پرائي دوست توڙي دشمن لاءِ پريت ۽ پاپوهه رحمتن ۽ عنايتن جا درياءَ وهائي ڇڏيندا هيا. ڪنهن غلام جو غم، ڪنهن پرديسي جو الم، ڪنهن يتيم جي بيوسي، ڪنهن دردمند جي بيڪسي ڏسي سندن سهڻين اکين مان موتي جهڙا چمڪندڙ ڳوڙها وهي پوندا هيا. ڪڏهن پنهنجي مالڪ حقيقي جي عشق ۽ اشتياق ۾، ڪڏهن ڪنهن پياري جي فراق ۾، ڪڏهن الله جي ذڪر ۾، ڪڏهن امت جي فڪر ۾، ڪڏهن جِلوت ۾، ڪڏهن خِلوت ۾، ڪڏهن غارِ حرا جي تنهائي ۾، ڪڏهن غارِ سِلع جي اڪيلائي ۾، ڪڏهن بقيع غرقد ۾، ڪڏهن آبواءَ وٽ مادر مهربان جي مرقد ۾، سندن مبارڪ اکين مان، نوري نيڻن مان چمڪندڙ ڳوڙها وهي، ڳلن تان ڳڙندا، سهڻي سونهاري ڪي تربتر ڪري ڇڏيندا هيا.

نه کِلڻ ۾ ڪڏهن ٽهڪ جو آواز ڪيائون، نه روئڻ ۾ ڪڏهن اوڇنگار جو آواز ڏنائون. محبوبن جو مسڪرائڻ من موهيندڙ هيو. ته سندن خاموش ڳوڙها عاشقن جا جيءَ جهوريندڙ هيا. سندن روئڻ جا ڪجھ واقعات هتي بيان ڪجن ٿا. مَنَ اسان جون خشڪ اکيون به آليون ٿي پون.

**قرآن ٻُڌڻ سان روئڻ :**

حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه فرمايو تہ هڪ ڏينهن سهڻي نبي ڪريم ﷺ جن مون کي فرمايو تہ مون کي قرآن پڙهي ٻڌاءِ. عرض ڪيم تہ يا رسول الله قرآن اوهان تي نازل ٿيو آهي ۽ پڙهي آءٌ ٻڌايان! فرمايائون هائو تون پڙهي ٻڌاءِ. پوءِ مون سورة نساء پڙهي، جڏهن هن آيت تي پهتس :

فَكَيۡفَ اِذَا جِئۡنَا مِنۡ كُلِّ اُمَّةٍۭ بِشَهِيۡدٍ وَّ جِئۡنَا بِكَ عَلٰى هٰٓؤُلَآءِ شَهِيۡدًا۝ (النسآء:41)

پوءِ ان ڏينهن ڇا حال هوندو؟ جڏهن اسان هر امت مان هڪ شاهد آڻينداسين ۽ (اي نبي!) اسان تو کي انهن سڀني مٿان شاهد بنائي آڻينداسين. فرمايائون هاڻي ڪافي ٿيو. جڏهن مون سندس چهري مبارڪ کي ڏٺو تہ سندس مبارڪ اکيون ڳوڙهن سان وهي رهيون هيون. (بخاري)

**نماز ۾ روئڻ :** مديني جا تاجدار محبوب محمد مختار ﷺ خداوندِ قدوس جي بارگاهہ ۾ جڏهن نماز پڙهندا هيا تہ سندس نماز پڙهڻ وقت ڪيفيت ڇا هوندي هئي؟

يُصَلِّي وَفِي صَدْرِهِ أَزِيزٌ كَأَزِيزِ الْمِرْجَلِ مِنَ الْبُكَاءِ [1]

پاڻ نماز پڙهندا هيا ۽ سندن سيني مبارڪ منجهان روئڻ سبب

---

[1] سنن أبي داود (1 / 238) صحيح ابن حبان (3 / 31) المستدرك على الصحيحين للحاكم (1 / 396) حلية الأولياء (2 / 211) السنن الكبرى للبيهقي (2 / 357) مشكاة المصابيح (1 / 316) صحيح الترغيب والترهيب (3/162)

ڇَڪي جي پيسجڻ جهڙو آواز ايندو هيو.

## جنگِ بدر واري رات :

حضرت علي ﷛ فرمايو تہ جنگِ بدر واري رات سڀ ماڻهو ستل هئا ڪوبہ جاڳڻ وارو نہ هيو. سواءِ سهڻي حبيب عربي مٺي محمد ڪريم ﷺ جي. پاڻ هڪ وڻ جي هيٺان نماز پڙهندا رهيا ۽ روئندا رهيا تانجو صبح ٿي ويو. (الترغيب والترهيب)

هي الله جو معصوم نبي آهي جنهن جي خاطر سڀ جڳ جوڙيا ويا هئا. اهو محبوب بارگاهہ خداوندي ۾ ساري رات روئندي ڏينهن ٿي ڪري ڇڏيائين. هي رهبرن، مرشدن، اڳواڻن، سپهہ سالارن لاءِ سبق آهي تہ ميرِ ڪاروان، رهبر ۽ رهنما ڪي پنهنجي ننڊ ۽ آرام قربان ڪرڻو پوندو آهي. ڇو تہ محبوب جو هر ڪم امت لاءِ سبق سکيا ۽ تربيت هيو. جنگ واري رات پاڻ جاڳيا ۽ روئندا رهيا. اهو قومي اڳواڻن، ليڊرن لاءِ سبق هيو تہ اڳواڻن جي ذميداري آهي تہ راتين جو روئي پنهنجي قوم لاءِ الله کان مدد ۽ حمايت حاصل ڪن.

ان قوم جو ڇا حال ٿيندو جنهن جو سردار غفلت جي ننڊ ۾ هجي؟! انهن مريدن جو ڇا حال ٿيندو جن جو مرشد نرم گداز بسترن تي آرامي هجي؟ ان فوج کي ڪيئن ڪاميابي ملندي جنهن جو سالار خوابِ خرگوش ۾ هجي؟ اها ٻيڙي ڪيئن نہ غرق ٿيندي جنهن جو ملاح ننڊ جي نشي ۾ مدهوش هجي.

بندر جانِ پئي تہ سکاٽيا مَ سمهو،
ڪپڙتو ڪُنَ ڪري جيئن ماڻيءَ منجهہ مَهي،
ايڏو سور سهي ننڊ نہ ڪجي ناڪُئا.

بدر جي لڙائي ۾ مسلمان صرف ٽي سؤ تيرهن ڄڻا هئا، جن وٽ صرف ستَ زرهون، ستَ اُٺ ۽ چند تلوارون هيون. صرف حضرت مقداد وٽ گهوڙو هيو باقي صحابہ ڪرام پيادل هيا. ڪافرن جو تعداد هڪ هزار هيو، جن وٽ هزارين اُٺَ گهوڙا بي شمار تلوارون زرهون ۽ جنگي ساز و سامان هيا. حضرت سعد بن معاذ رضي الله عنہ عرض ڪيو تہ يا رسول الله منهنجي راءِ آهيَ تہ اوهان لاءِ ڪنهن اوچائي تي ڪڪائون جهڳو (عريشو) ٺاهيون جتان اوهان جنگ جو نقشو ڏسو ۽ غلامن ڪي هدايتون بہ ڏيندا رهو. پاڻ اجازت ڏنائون. عريشو ٺاهيو ويو. پوءِ رات جو ساري فوج سمهي پئي مگر پاڻ ساري رات روئندا رهيا. سندن سونهاري مبارڪ آلي ٿي وئي. سرزمينِ بدر ڪي بہ محبوبن جي لڙڪن جو حصو مليو.

روايت ۾ آهي تہ پاڻ ويٺي ويٺي روئندا رهيا، جو چادر مبارڪ بار بار ڪِري ٿي پئي پاڻ هي لفظ چوندا رهيا.

اَللّٰهُمَّ لَا تخذلنی اَللّٰهُمَّ اِنِّی اَنْشِدُکَ مَا وَعَدْتَنِیْ

يا الله مون کي نِدامت کان بچائجانءِ. يا الله آءٌ تو کي تنهنجو وعدو ياد ڏياريان ٿو. يا الله اگر مسلمانن جي هي جماعت هلاڪ ٿي وئي تہ روءِ زمين تي تنهنجي عبادت ڪرڻ وارو بہ نہ بچندو. پوءِ پاڻ تمام ڏکو سجدو ڪيائون. سجدي ۾:

يَا حَيُّ يَا قَيُّومُ بِرَحْمَتِكَ اَسْتَغِيْثُ

پڙهندا رهيا ۽ روئندا رهيا تانجو صديقِ اڪبر ﷛ حضور ﷺ جي اها ڪيفيت ڏسي سجدي ۾ ئي محبوبن ڪي چمبڙي پيو ۽ عرض ڪيائين محبوب هاڻي بس ڪيو، ايترو نه روئو. الله پاڪ اوهان سان فتح ۽ مدد جو وعدو ڪري چڪو آهي. پوءِ پاڻ حضرت ابوبڪر ﷛ جو هٿ وٺي ٻاهر نڪتا ۽ هي لفظ فرمائي رهيا هيا:

سَيُهْزَمُ الْجَمْعُ وَيُوَلُّوْنَ الدُّبر

عنقريب ڪافرن جي هي جماعت شڪست کائيندي ۽ پُٺ ڏئي ڀڄندي. پوءِ الله پاڪ جو وعدو پورو ٿيو، مسلمان فتحياب ٿيا ۽ ڪافرن کي بري طرح شڪست آئي. ستر ڪافر مارجي ويا ۽ ستر ڪافر مسلمانن جي قيد ۾ آيا ۽ انهن جو گهڻو سامان مالِ غنيمت بنجي مسلمانن جي قبضي ۾ آيو ۽ پاڻ ڪريمن جيڪا پنهنجي غلامن لاءِ دعا گهري هئي سا به سچي ٿي. پاڻ هي دعا گهري هئائون:

اَللّٰهُمَّ اِنَّهُمْ حُفَاتٌ فَاحْمِلْهُمْ

اَللّٰهُمَّ اِنَّهُمْ عُرَاتٌ فَاكْسِهِمْ

اَللّٰهُمَّ اِنَّهُمْ جِيَاعٌ فَاشْبعهُمْ

اي الله هي پيادا آهن انهن کي سوار ڪر. اهي اگهاڙا آهن انهن کي لباس ڍڪاءِ. اي الله اهي بکارا آهن انهن کي ڍاول بناءِ. سرڪارِ دوعالم جي انهيءَ دعا جو اُهو اثر ٿيو جو، جيڪي اصحابي به جنگ ۾ آيا هئا ڪو به خالي هٿين نه وريو. هر هڪ کي هڪ يه اُٺ مليو. هر هڪ لباس ۾ ملبوس ٿي آيو ۽ ڪنهن کي به بک جي شڪايت نه رهي.

## غمِ حسين ﷺ ۾ غمگين ٿيڻ:

امام حاڪم ۽ بيهقي ام المؤمنين سيده ام سلمہ رضي الله عنها کان روايت آندي آهي پاڻ فرمائي ٿي تہ: مون کي رسول الله ﷺ جي خواب ۾ زيارت ٿي. پاڻ ڪريم ﷺ جو مٿو مبارڪ ۽ ڏاڙهي مبارڪ ۾ مٽي لڳل هئي. مون عرض ڪيو يا رسول الله ﷺ هي ڇا آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ آءٌ هاڻي شهادت حسين ۾ موجود هيس.[1]

[1] سنن ترمذي ابواب المناقب باب مناقب الحسن والحسين، طبراني23 ص 373، بيهقي: ج 8 ص 95)

حضرت حبيب ڪريم ﷺ جي صحبت ۾ ويهڻ وارن کي فيض نبوت جو وڏو حصو مليو هيو. انهن جي زندگين ڏانهن نظر ڪجي تي تہ روز و شب انهن جون زندگيون روئڻ ۾ نظر اچن ٿيون. هن باب ۾ خلفاءِ راشدين ۽ ڪجهہ مشهور اصحابن جي روئڻ جا واقعات بيان ڪيا ويا آهن. ڪن کي روئندي ڳلن تي ڳوڙهن جا نشان پئجي ويا، ڪن جا روئندي روئندي دم پرواز ٿي ويا.

الله

تن نيٽن کي نيران جن ساجھر سيڻ سنياهيا

تہ جيءُ جُسي ۽ جان ڪر حضوري حج ڪيو

# صحابہ ڪرام ۽ تابعين جو روئڻ

## تاجدارِ ڪائنات جو صحابہ سميت روئڻ :

حضرت ابوهريره ﷺ تو فرمائي تہ جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي تہ :

تَعۡجَبُوۡنَ ﴿۵۹﴾ وَ تَضۡحَكُوۡنَ وَ لَا تَبۡكُوۡنَ (النجم:59،60)

ڇا پوءِ اوهان هن ڳالھ تي عجب ڪيو ٿا؟ ۽ توهان کِلو ٿا ۽ روئو نہ ٿا!

اِها آيت ٻُڌي اصحابِ صفہ زارو زار روئڻ لڳا. تانجو انهن جي ڳلن تان ڳوڙهن جون قطارون وهڻ لڳيون. جڏهن پاڻ ڪريمن انهن جون اوڇنگارون ٻُڌيون تہ پاڻ ڪريم ﷺ بہ صحابہ سان گڏ روئڻ لڳا. پوءِ پاڻ فرمايائون تہ :

لَا يَلِجُ النَّارَ مَنْ بَكَى مِنْ خَشْيَةِ اللهِ وَلَا يَدْخُلُ الْجَنَّةَ مُصِرٌّ عَلَى مَعْصِيَةٍ [1]

اهو شخص جهنم ۾ نہ داخل ٿيندو جيڪو الله جي خوف ۾ رُنو ۽ اهو شخص جنت ۾ داخل نہ ٿيندو جيڪو گناهہ تي هميشگي ڪندڙ آهي. يعني گناهہ کي پنهنجي عادت بنائڻ وارو بد بخت جنت جو مُنهن نہ ڏسندو.

رب ڪريم شال اسان کي گناهن کان بچائي. آمين.

---

[1] اللباب في علوم الكتاب (18 / 226)شعب الإيمان (2 / 233) كنز العمال (3 / 149) ضعيف الترغيب والترهيب(2/ 181) حياةالصحابة(3/422)

## حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي تمنا :

حضرت سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله عنه فرمايو تہ : الله جو قسم مون کي اها ڳالهہ وڻي ٿي تہ جيڪر آءٌ ڪنهن رستي جي پاسي ۾ ڪو وڻ هجان ها. ڪو اُٺ لنگهي ها ۽ مون کي پڪڙي وات ۾ وجهي ڪائي ڇڏي ها پر آءٌ بشر نہ هجان ها. (بيهقي)

## حضرت فاروق عمر رضي الله عنه جو حال :

كَانَ فِي وَجْهِ عُمَرَ خَطَّانِ أَسْوَدَانِ مِنَ الْبُكَاءِ[1]

سندن ڳلن مبارڪن تي گهڻي روئڻ سبب ڪارا نشان پئجي ويا هئا.

هڪ روايت ۾ آهي تہ جڏهن حضرت عمر فاروق رضي الله عنه نماز پڙهندا هيا تہ پويان ٽن صفن تائين سندن روئڻ جو آواز ٻڌبو آهيو. (حلية الاولياء)

هڪ ڀيري حضرت عمر فاروق رضي الله عنه قرآن پڙهي رهيا هيا جڏهن هن آيت تي پهتا :

اَلَمْ يَأْنِ لِلَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اَنْ تَخْشَعَ قُلُوْبُهُمْ لِذِكْرِ اللّٰهِ (الحديد:16)

ڇا اڃا ايمان وارن لاءِ اُهو وقت نہ آيو آهي؟ جو انهن جون دليون الله جي ياد لاءِ جهُڪي پون.

اها آيت ٻُڌي پاڻ ايترو رنا جو سندن سونهاري مبارڪ آلي ٿي وئي.

(اختصار المقريزي : ص 143)

---

[1] فضائل الصحابة (1/253) حلية الأولياء (1/51) الرقة والبكاء (ص: 159) تاريخ الخلفاء (ص: 104) سير السلف الصالحين (ص: 132)

**حضرت عمر فاروق جو روح رازو :** حضرت عمر فاروق ﷺ هڪ رات مديني شريف جي گهٽين ۾ پهرو ڏئي رهيا هيا. مسلمانن جي هڪ گهر ڪان لنگهيا تہ هڪ شخص گهر ۾ نماز پڙهي رهيو هيو ۽ نماز ۾ ڏاڍيان آواز سان قرآن پاڪ پڙهي رهيو هيو. حضرت عمر ﷺ جا قدم پاڪ رڪجي ويا ۽ قرآن پاڪ ٻڌندا رهيا. اهو شخص جڏهن هن آيت تي پهتو تہ : اِنَّ عَذَابَ رَبِّكَ لَوَاقِعٌ (الطور:7)

بيشڪ تنهنجي رب جو عذاب واقع ٿيڻ وارو آهي.

حضرت عمر ﷺ چيو تہ ڪعبي جي رب جو قسم، اها ڳالهہ برحق آهي. بيشڪ رب جو عذاب واقع ٿيڻ وارو آهي. پاڻ پنهنجي سواريءَ تان هيٺ لٿا ۽ پٽ کي ٽيڪ لڳائي ويٺا روئندا رهيا. پوءِ پنهنجي گهر واپس آيا پورو مهينو بيمار رهيا. ماڻهو پڇڻ ايندا هيا. خبر ڪنهن کي نہ هئي تہ بيماري ڪهڙي اٿن؟ (ڪتاب الرقة ابن قدامہ)

**حضرت عثمان غني جو روئڻ :**

حضرت ذوالنورين عثمان غني ﷺ بابت اچي ٿو تہ :

كَانَ عُثْمَانُ إِذَا وَقَفَ عَلَى قَبْرٍ بَكَى حَتَّى يَبُلَّ لِحْيَتَهُ[1]

جڏهن پاڻ ڪنهن قبر وٽ بيهندا هيا تہ ايترو روئندا هيا جو سندن سونهاري مبارڪ تربتر ٿي ويندي هئي.

---

[1] سنن الترمذي (4/553) مسند أحمد (1/503) مسند البزار (2/90) المستدرك على الصحيحين للحاكم (1/526) حلية الأولياء (1/61) السنن الكبرى للبيهقي (4/92) شعب الإيمان (1/619)

ڪنهن ماڻهو ڪائنس پڇيو تہ توهان جنت يا دوزخ جي ذڪر تي ايترو نہ ٿا روئو جيترو قبر جي ڳالهہ تي روئو ٿا، ان جو سبب ڇا آهي؟ پاڻ فرمايائون مون سهڻي حبيب ڪريم ﷺ کان ٻڌو آهي تہ ”قبر آخرت جي منزلن مان پهرئين منزل آهي. جنهن کي اتي ڇوٽڪارو ملي ويو تہ پويون سڀ منزلون آسان آهن پر جو اتي ڇُٽي نہ سگهيو تہ پويون سڀ منزلون تمام سخت ڏکيون آهن.“

**حضرت علي شيرِ خدا رضي الله عنه جو حال:**

شيرِ جلي حضرتِ علي رضي الله عنه جو الله جي خوف ۽ خشيت ۾ ڇا حال هيو؟ ان ڪيفيت کي حضرت حسان بن ثابت رضي الله عنه هن طرح بيان فرمايو آهي تہ حضرت مولا علي رضي الله عنه جون راتيون ۽ ڏينهن ڪيئن گذرندا هيا؟

هُوَ الْبَكَّاءُ فِي الْمَحْرَابِ لَيْل

وَالضَّحَاكُ فِي يَوْمِ الضَّرَابِ

علي اهو آهي جو رات جو محراب ۾ روئندي روئندي رات وِهائيندو آهي ۽ کِلندو تڏهن آهي جڏهن جنگ جي ميدان ۾ بهادري جا جوهر ڏيکاريندو آهي.

ڏکي ڏونگر پاڻ ۾، ٻَئِي وينا رُوَنِ،
ڪنهن کي ڪِين چوَنِ، مَنجهِن جو مچ ٻري.

**دم پرواز ٿي ويو :** حضرت زراره بن اوفيٰ رضي الله عنہ مسجد بني قشير ۾ جماعت کي نماز پڙهائي رهيا هيا. سورة مدثر جي قرائت شروع ڪيائون. جڏهن هن آيت تي پهتا :

فَاِذَا نُقِرَ فِي النَّاقُوْرِ (المدثر:8)

پوءِ جڏهن صور ۾ ڦوڪ ڏني ويندي.

جڏهن پاڻ اهي لفظ پڙهيائون رڙ ڪري ڪِريا ۽ سندس

دم پرواز ٿي ويو. (الترغيب والترهيب)

ڪشتگانِ خنجر تسليم را ❋ هر زمان از غيب جان ديگر است

تسليم جي خنجر سان ڪُٺلن کي غيب مان هر گهڙي

نِت نئين جان ملندي آهي.

## حضرت سلمان فارسي رضي الله عنه جو روئڻ:

حضرت سلمان فارسي رضي الله عنه اهو خوشنصيب اصحابي آهي جنهن لاءِ تاجدارِ ڪائنات فرمايو تہ: "سلمان اسان جو اهلبيت آهي."

جڏهن سندن وصال جو وقت قريب آيو، ان وقت پاڻ مدائن جا حاڪم هيا. وصال وقت پاڻ زاروزار روئڻ لڳا. ماڻهن روئڻ جو سبب پڇيو تہ پاڻ فرمايائون تہ: منهنجي سهڻي حبيب ڪريم ﷺ فرمايو هيو تہ:

لِيَكُنْ بُلْغَةَ اَحَدِكُمْ مِنَ الدُّنْيَا كَزَادِ الرَّاكِبِ

دنيا ۾ توهان جي پُونجي مسافر جي توشي جي برابر هجي.

اڄ آءٌ مران ٿو مون وٽ مال گهڻو جمع ٿي ويو آهي ان لاءِ ٿو روئان تہ الله اڳيان ڪهڙو جواب ڏيندس؟ وصال بعد حساب لڳايائون تہ سندس ڪل ملڪيت پندرهن روپين ڪان وڌيڪ نہ هئي.

**حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جون آهون ۽ دانهون :**
هڪ ڀيري پاڻ فرمايائون جيڪڏهن جهنم منجهان ڪنهن کي ڪڍي دنيا ۾ آندو وڃي ته انجي وحشتناڪ منظر ۽ بدبوء ۾ ساري دنيا وارا مري وڃن. پوءِ پاڻ آهون ۽ دانهون ڪري روئڻ لڳا. (الرقه والبكاء)

**ڇهري جي چمڪ :**
حضرت علي المرتضيٰ شيرِ خدا ﷛ جي خلافت جي دؤر ۾ ڪوفي ۾ هڪ شخص وفات ڪري ويو. حضرت حيدرِ ڪرار ﷛ ان جي ڪفن ۽ دفن ۾ شريڪ ٿيا. اجا دفن ڪري مس موٽيا ته ان جي ماءُ روئندي رڙندي آئي. حضرت شيرِ خدا جي دامن پڪڙي چيائين ته مون پنهنجي ٻچي جو آخري ديدار نه ڪيو آهي. مون کي زيارت ڪرايو. پاڻ ٻيهر ان جي قبر کولايائون ۽ ان جو چهرو ڏٺائون ته چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر چمڪي رهيو هيو. سڀني ان جو ديدار ڪيو. رات جو حضرت علي المرتضيٰ ﷛ کي خواب ۾ محبوبن ڪريمن جي زيارت نصيب ٿي. ان نوجوان کي محبوبن ڪريمن جي ڪچهري ۾ ڏٺائون. پاڻ ڪريمن فرمايو "اي علي هن جي ڇهري جي چمڪ انهن ڳوڙهن جي سبب آهي جي ڳوڙها الله جي خوف ۾ هن جي اکين مان نڪتا ۽ هن جي ڳلن کي لڳا هئا." (جامع الحكايات)

**هيانوُ ڦاٽي پيس :**
انصارن منجهان هڪ اصحابي الله جي خوف ۾ زاروزار روئندو هيو. جڏهن جهنم جي ڳالهه ٻڌندو هيو ته آهون نڪري ويندين هيس.

تانجو گهر کان نڪرڻ ڇڏي ڏنائين. اها خبر حضرت حبيب ڪريم ﷺ سان ڪيائون. پاڻ ڪريم ﷺ انجي گهر آيا. اهو اصحابي محبوبن ڪريمن سان مِليو ۽ رڙ ڪري ڪِريو ۽ دم پرواز ٿي ويس. پاڻ ڪريمن فرمايو تہ پنهنجي ساٿي جي ڪفن دفن جو انتظام ڪيو. الله جي خوف ان جو جگر ڦاڙي وڌو آهي. (بيهقي)

## هڪ اصحابي جو روئي بي هوش ٿي ڪِرڻ:

تفسير ابنِ ڪثير ۾ آهي تہ جڏهن سهڻي سردار آقاءِ نامدار محبوب محمد ڪريم ﷺ هيءَ آيت سڳوري تلاوت ڪئي:

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا قُوۡۤا اَنۡفُسَكُمۡ وَاَهۡلِيۡكُمۡ نَارًا وَّ قُوۡدُهَا النَّاسُ وَالۡحِجَارَةُ (التحريم:6)

اي ايمان وارؤ بچايو پنهنجي جانين کي ۽ پنهنجي گهر وارن کي جهنم جي باهہ کان جنهن جو ٻارڻ ماڻهو ۽ پٿر هوندا.

اصحابن ۾ هڪ ڪراڙو اصحابي ويٺل هيو. ان عرض ڪيو تہ يا رسول الله ڇا جهنم جا پٿر بہ دنيا جي پٿرن جهڙا هوندا؟ پاڻ فرمايائون تہ مون کي ان ذات جو قسم آهي، جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي تہ جهنم جي پٿرن مان هڪ پٿر ايڏو آهي جيڏن دنيا جو ڪو وڏو جبل هجي. اهو ٻڌڻ سان اهو پيرمرد غش کائي ڪِري پيو. پاڻ اٿيا ۽ ان جي دل تي هٿ رکيائون تہ اهو زندهہ هيو. پاڻ فرمايائون اي ڪراڙا چئو"لا اله الا الله" ان ائين چيو. پاڻ ڪريمن ان کي جنت جي مبارڪ ڏني. (تفسير ابن ڪثير سورة تحريم)

## هڪ روئڻ واري جي بخشش جو قصو:

تفسير قرطبي ۾ هڪ واقعو بيان ڪيو ويو آهي جنهن کي روايت ڪرڻ وارو حضرت علي المرتضيٰ شيرِ خدا ﷛ پاڻ آهي. پاڻ فرمايائين ته محبوب مدني ڪريم ﷺ جي وصال کان پوءِ ٽئين ڏينهن تي هڪ اعرابي آيو. سندن مزار پاڪ تي ڪِري پيو. قبر پاڪ جي مٽي کڻي پنهنجي مٿي تي وسايائين. روئي چوڻ لڳو ته "يا رسول الله اسان اوهان جو قول ٻڌوسين جيڪو اوهان پنهنجي رب جي طرف کان ٻڌايو جيڪو قرآن اوهان تي نازل ٿيو ان ۾ آهي ته:

وَلَوْ اَنَّهُمْ اِذْ ظَّلَمُوْا اَنْفُسَهُمْ جَآؤُكَ

۽ اگر اهي پنهنجي جانين تي ظلم ڪري ويهن ته تو وٽ اچن.

سو مون پنهنجي نفس سان ظلم ڪيا آهن. هاڻي آءٌ اوهان وٽ آيو آهيان منهنجي لاءِ بخشش طلب ڪيو. ائين اهو روئي رهيو هيو ۽ عرض ڪري رهيو هيو ته:

فَنُوْدِيَ مِنَ الْقَبْرِ اِنَّهُ قَدْ غُفِرَ لَكَ.[1]

مزار پاڪ مان آواز آيو ته بيشڪ تنهنجي بخشش ٿي وئي.

---

[1] تفسير القرطبي (5 / 266) البحر المحيط في التفسير (3 / 694) تفسير الثعلبي الكشف والبيان عن تفسير القرآن (3/339)

محبوب مدني تاجدار، اڙين جي آڌار، يتيمن جي يار مٺي محمد ڪريم صلي الله عليه وسلم جي محبت اسلام جو روح آهي. اها محبت ايمان آهي، اها محبت ايقان آهي، عرفان آهي، عبادتن جي جان آهي. محبوب جي محبت رڳو اسلام جي دعويٰ بيڪار آهي. محبوب جو وڇوڙو عاشقن جون اکيون ڳاڙهي تو تہ محبوبن جي حضوري ۾ بہ عشق وارا پنهنجا لڙڪ روڪي نہ ٿا سگهن. محبوب جي محبت ۾ انسان تہ ڇا پر سُڪل ٻُنڊ بہ روئندا رهيا.

## مديني جا مير

مـديني جـا مِيـرَ سُـڻ اسـان جـا سـڏڙا،
پـر مبـارڪ پَيـرَ اُمـت تنهنجـي آسـري.
مـديني جـا ڏڻـي سُـڻ اسـان جـا سـڏڙا،
تنهنجي آهي تڻي پي ڪنڌي ساريان ڪانہ ڪا.
مـديني جـا والـي سُـڻ منهنجـا سـڏڙا،
اڇو تون عالي پي ڪنڌي نہ آهم ڪيڏهين.
مـديني جـا گهـوٽ، سُـڻ منهنجـا سـڏڙا،
ڪرمِنا محمد موٽ، عاصِي تنهنجي آسري،
مـديني جـا شـاهہ، سُـڻ منهنجـا سـڏڙا،
ڪـارڻ لـڳ الله، سِـگهو رَسِـجُ سُـپرين.
مـديني جـا ماهـہ سـڻ منهنجـا سـڏڙا،
پيـو نـہ وسيلو واهـہ آهيـان تنهنجي آسري.
مـديني جـا چـام سُـڻ منهنجـا سـڏڙا،
آهيـان تنهنجـي سـام سـگهو رسـج سـپرين

**مدني ڪريم ﷺ جي محبت ۾ روئڻ:**

مدني مجيب، عربي عجيب، مٺي محبوب محمد ڪريم ﷺ جي محبت اسلام جو روح آهي. اها محبت دين آهي. ايمان آهي، عرفان آهي، ايقان آهي. عبادتن جي جان آهي محبوب جي محبت رِي عبادتون بي وزن آهن. خود آقاءِ ڪائنات ﷺ فرمايو تہ:

لَا يُؤْمِنُ أَحَدُكُمْ حَتَّى أَكُونَ أَحَبَّ إِلَيْهِ مِنْ وَلَدِهِ وَ
وَالِدِهِ وَالنَّاسِ أَجْمَعِينَ [1]

توهان مان ڪوبہ تيستائين مومن نہ آهي جيستائين آءُ ان کي ان جي پيءُ ۽ اولاد ۽ سڀ ماڻهن کان وڌيڪ محبوب نہ هجان.

محمد ہے متاعِ عالمِ ایجاد سے پیارا،
پدر مادر برادر جان مال اولاد سے پیارا۔

ان محبت ۾ ئي ٻنهين جهانن جي غمن کان نجات جي ضمانت آهي. جو ماڻهو ان در کان هٽي ويو اهو الله کان ٽٽي ويو.

هر که عشق مصطفیٰ سامان اوست
بحر بردر گوشهٔ دامان اوست

دنيا ۾ اقتدار ۽ اختيار آخرت ۾ عزت ۽ وقار ان خوشنصيب لاءِ آهي

---

[1] التفسير المظهري (4/153) صحيح مسلم (1/67) سنن النسائي (8/114) سنن ابن ماجه (1/26) مسند أحمد (20/397) الإيمان لابن تيمية (ص: 13)

جنھن جي من ۾ محبوب جي محبت ۽ سيني ۾ سِڪ ۽ سوز سمايل آھي. اندر ۾ محبوب جي محبت جا مچ متل آھن.

کی محمد سے وفا تو نے تو ہم تیرے ہیں
یہ جہاں چیز ہے کیا لوح و قلم تیرے ہیں

دنيا جون ڪاميابيون، آخرت جون ڪامرانيون، ان انسان جا قدم چمن ٿيون جنھن پنھنجي اندر کي عشقِ حبيب سان سينگاريو، جنھن پنھنجي اکين کي محبوب جي عشق جي ڳوڙھن سان آلو ڪيو.

محمد کی محبت ہے سند آزاد ہونے کی،
خدا کی دامنِ توحید میں آباد ہونے کی،
محمد کی محبت دین حق کی شرط اول ہے،
اسی میں ہو اگر خامی تو سب کچھ نا مکمل ہے۔

محبوب جي محبت ۾ اکيون آليون ڪرڻ، سڄڻ جي سڪ ۾ روئي پاند پسائڻ، اھا ھڪ عظيم نعمت آھي، جا ڀاڳ وارن کي نصيب ٿيندي آھي. جڏھن محبوب جي محبت مَنَ ۾ سمائبي آھي تہ عشق ۾ اکيون گونگي مِينھن مثل پيون وسڪارا ڪنديون آھن. پوءِ اُھي نيڻھن جا نيسارا بند ٿيڻ جا نہ ھوندا آھن. اھا اک جا سڄڻ جي سڪ ۾ آلي ٿي ان کي ضرور دلبر جو ديدار عطا ڪيو ويندو.

**رسول نُما:** حضرت سيد حسن رحمۃ اللہ علیہ الله جو ڪامل ولي ھيو. جيڪو ”رسول نُما“ جي لقب سان مشھور ھيو. ڇا لاءِ اھو ماڻھن کي رسول الله جو ديدار ڪرائيندو ھيو.

هڪ ڏينهن سندن گهرواري عرض ڪيو ته توهان پين ڪي رسول الله جو ديدار ڪرايو ٿا. ڪڏهن ته اها مهرباني مون سان به ڪيو. بزرگ فرمايس ته تون هار سينگار تيل ڦليل ڪري تيار ٿي. اڄ رات تو ڪي محبوبن جو ديدار ٿيندو. هيڏهون بيبي صاحبه هارسينگار ڪيا هوڏهون بزرگ وڃي پنهنجي سالي کي چيو ته ڏس! آءٌ ڪراڙو ٿي ويو آهيان، هي تنهنجي ڀيڻ جو هار سينگار ٿي ڪري سو ڇا لاءِ؟ ڀاءُ اچي ڏٺو ته واقعي ڀيڻ هار سينگار ڪيو ويٺي آهي. ڀاءُ ان جو مطلب پيو سمجهيو ۽ ڀيڻ کي سخت مارڻ ماريائين. ڀاءُ ته مار ڪڍيو هليو ويو، مائي زاروزار روئندي رهي. وٽي سڪَ مان محبوب کي سڏڙا ڪيائين.

تنهنجي ديدار لئه دلبر لڳم لنئون لنئون اندر لَوري،

بِرهه بيحال ڪيو بيوس لتي دل يار وٺين زوري.

مائي روئندي روئندي ننڊ پئجي وئي ته خواب ۾ مدني ڪريم ﷺ جو ديدار نصيب ٿي ويس. صبح جو مڙس جا قدم چميائين. عرض ڪيائين ته هي ڇا راز هيو جو اول ته مار کارايوَ، پوءِ محبوب جو ديدار ڪرايوَ؟ پاڻ فرمايائون ته تو کي محبوب جي محبت ته هئي پر روئڻ نه هيو. روئڻ بنا ديدار نه ٿو ٿئي. ان لاءِ مون تنهنجي روئڻ جو حيلو بنايو. جڏهن تون رُنينءَ ته تو کي ديدار جي دولت نصيب ٿي وئي.

اي ديدار جا مشتاقو! محبوب جي محبت ۾ روئو. روئي وري وري به روئو. اڃا وري به روئو. اڃا به ديدار نه ٿيو آهي ته وري به روئو. پوءِ ڏسو ته قرب جا در کلن ٿا يا نه!!!

عاشق دا کم اے رونا دھونا بن رُونڑ نہیں منظوری،
کوئی تاں روندے نے دید دی خاطر کوئی روندے نے وچ حضوری،
دل رووے بھانویں اکھیاں روون وچ عشق دے رووݨ ضروری،
"اعظم" عشق وچ رونا پیندا بھانویں حاضر ہو بھانویں دُوری۔

جي روئڻ سان پرين پرچن تہ سڄي رات روئان،
ڏرتي سپ ڏوئان لڙکن ساڻ لطيف چئي.

**ثوبان جو سوز و گداز:** محبت جو ماريو، درد جو يگانو، حضرت ثوبان ﷛ محبوبن جي سامهون ويٺو هيو پر سندس اکين مان نيرَ وهي رهيا هئا.

آهون ۾ دانهون منهنجو هينئڙو ڪري هوءِ،
سڄڻ روبرو سڪان تہ بہ سِڪ نہ لهي.

آهون ۾ دانهون منهنجو هيٺو تيم هڏ،
سڄڻ گوڏي گڏ سڪان تہ بہ سڪ نہ لهي.

هڪ ڏينهن حبيبن ڪريمن ﷺ فرمايس تہ اي ثوبان! تون رات ڏينهن روئندو رهندو آهين. ڏينهون ڏينهن هيٺو ٿيندو وڃين ٿو. ان جو ڇا سبب آهي؟ ڪا بيماري آهي يا ڪو درد آهي تہ ان جو علاج ڪجي. عرض ڪيائين تہ جيستائين اوهان کي نہ ٿو ڏسان دل کي قرار نہ آهي. جڏهن توهان جو ديدار ڪيان ٿو تہ دل باغ بهار ٿي وڃي ٿي. پر آخرت ۾ اوهان جو مقام تمام اعليٰ هوندو، اُتي هي اوهان جو ديدار نصيب ٿيندو الائي نہ!

ان آخرت جي جدائي جي فڪر مون کي هيڻو بنايو آهي. ٿوري دير ۾ جبريل امين آيو. رب ڪريم جو پيغام آيو تہ اسان اطاعت گذارن کي جنت ۾ جدائي جو صدمو نہ ڏينداسين بلڪ انهن کي محبوب سان گڏ رهائينداسين. (تفسير قرطبي)

عشق بہ عجيب شيءِ آهي! اڄ تہ محبوب سان گڏ آهي پر آخرت جي جدائي ۾ هنجون هاري رهيو آهي تہ آخرت ۾ هي قرب جون ڪچهريون نصيب ٿينديون الائي نہ! ان فراق ۾ عاشق ڳوڙها ڳاڙي رهيو آهي.

## جمالِ مصطفوي ﷺ

حضرت مصعب بن عمير رضي الله عنہ حبيبن جي حُسن جا تذڪرا پي ڪيا. ٻُڌندڙن جي اکين مان ڳوڙها پي ٽميا. ماڻهن عرض ڪيو تہ اي مصعب! محبوبن جي حُسن جي ڪا جهلڪ اسان کي بيان ڪري ٻڌاءِ. پاڻ گوڏا پيچي ويٺا. گردن جهڪائي، نظر هيٺ ڪري فرمايائون تہ : رسول الله ﷺ جي رنگ ۾ سفيدي ۽ سُرخي جو حَسين ميلاپ آهي. اکيون مبارڪ ڏاڍيون سهڻيون آهن. پرون مليل، وار سڌا آهن. سونهاري گهاٽي، ٻن ڪلهن جي وچ ۾ مفاصلو. سندن گردن مبارڪ ائين جيئن چانديءَ جو چاڳل هجي. هٿن جون ترين ۽ قدم ڀلڪ وٽندڙ آهن. جڏهن پاڻ هلن ٿا تہ ائين ٿو لڳي جيئن مٿاهين کان هيٺ لهي رهيا هجن.

جڏهن پاڻ بيٺا آهن تہ ائين ٿو لڳي جڻڪ ڪنهن پهاڙ مان نڪري آيا هجن. جڏهن پاڻ ڪنهن ڏي مُنهن ڪن ٿا تہ پوري طرح متوجهہ ٿي وڃن ٿا. سندن چهري مبارڪ تي پگهر جا قطرا موتيءَ وانگر پيا محسوس ٿين. قد مبارڪ نہ ڊگهو نہ بندرو. سندن ٻن ڪلهن جي وچ ۾ مُهرِ نبوت آهي. جي ڪو ماڻهو اوچتو کين ڏسي ٿو تہ مرعوب ٿي وڃي ٿو. جيڪو سندن صحبت ۾ رهي ٿو تہ ساڻن محبت ڪرڻ لڳي ٿو. پاڻ سڀني کان وڏيڪ سخي ۽ سڀني کان وڏيڪ جرئت وارا ۽ بهادر آهن. گفتار ۾ سچار، وعدي وفائي ڪرڻ وارا آهن. سڀ کان نرم طبع، رهڻي ڪهڻي ۾ سڀني کان سٺا آهن. سندن جهڙو نہ مون ڪو اڳ ڏٺو نہ پوءِ. جڏهن حضرت مصعب بن عمير رضي الله عنہ اِهو بيان ڪري رهيو هيو تہ سڀ سامعين خاموش ٿڌي رهيا هئا ۽ عاشقن جي اکين ۾ شوقِ ديدار جا ڳوڙها وهي رهيا هئا.

(فدائيون من عصر الرسول_از احمد الجدع)

**سر يار دا نذرانہ :** حضرت بي بي عائشہ رضي الله عنها فرمايو سهڻي محبوب جي وصال کان پوءِ هڪ عورت آئي. عرض ڪيائين تہ :

اُكْشِفِي لِي قَبْرَ رَسُولِ اللّٰه صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ فَكَشَفْتُهُ لَهَا فَبَكَتْ حَتَّى مَاتَتْ[1]

چيائين تہ مون کي محبوبن ڪريمن جي مزار پاڪ جي زيارت ڪراءِ.

---

[1] الشفا(2/23)تاريخ مكة المشرفة والمسجد الحرام والمدينة الشريفة والقبر الشريف(ص:326)

مون حجري شريف جو دروازو کوليو. مزارِ انور جو ديدار ڪندي رهي ۽ روئندي رهي. روئندي روئندي دم پرواز ٿي ويس.
ڪنهن عاشق چيو آهي تہ :

سر يار دا نذرانہ لے يار دے کول آئے،

محبوب دی مرضی اے ہُن گل لاوے يا ٹھکراوے

**کِلڻُ وسري ويو :** محبوبن ﷺ جي جدائي ۾ هر عاشق جي اک آلي هئي پر ڪافي صحابہ ڪرام کان کِلڻ وسري ويو. حضرت ابو جعفر رضي الله عنه سيده فاطمة الزهراء رضي الله عنها جي باري ۾ بيان فرمايو تہ :

مَا رَئَيْتُ فَاطِمَةَ رَضِيَ اللهُ عَنْهَا ضَاحِكَةً بَعْدَ رَسُولُ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ [1]

محبوبن ڪريمن ﷺ جي وصال بعد مون فاطمة الزهراء ڪي ڪڏهن بہ کِلندي نہ ڏٺو.

حضرت علي رضي الله عنه بيان فرمايو تہ جڏهن بہ فاطمہ سائڻ محبوبن ﷺ جي مزارِ پاڪ تي ايندي هئي تہ :

أخذت قبضة من تراب القبر فوضعته على عينيها وبكت وأنشأت تقول:

سيده سائڻ مزار پاڪ جي مِٽي مبارڪ جي مُٺِ کڻي اکين سان لڳائي

---

[1] المعجم الكبير للطبراني (22/ 399) حلية الأولياء (2/ 43) سبل الهدى والرشاد (11/ 49) شفاء (2/ 450) حياة الصحابة (3/ 52) سلوة الكئيب بوفاة الحبيب (ص: 165) إتحاف الزائر (ص: 167)

محبوبن جي ياد ۾ روئي چوندي هئي تہ:

مَاذَا عَلَى مَنْ شَمَّ تُرْبَةَ أَحْمَدَ ... أَلا يَشُمُّ مَدَى الزَّمَانِ غَوَالِيَا

صُبَّتْ عَلَيَّ مَصَائِبُ لَوْ أَنَّهَا ... صُبَّتْ عَلَى الأَيَّامِ عدن ليالِيا[1]

جنهن ماڻهو سهڻي محبوب جي مزار پاڪ جي مِٽي کي سنگهيو آهي انکي زندگي ۾ ڪنهن ٻي خوشبوءِ جي ضرورت نہ آهي. سندن وصال سان جيڪي مصائب مون تي آيا آهن سي جي ڏينهن تي پون ها تہ ڦري رات ٿي پوي ها.

**آئيني ۾ جلوهءِ يار :** صحابہ ڪرام کي جڏهن محبوب ﷺ جي ياد ايندي هئي تہ حضور جي حُجرن ۾، رَنڌَن راهُن تي محبوب کي ڳوليندا هئا. مَنَ ڪٿان جانب جو جلوو نظر اچي وڃي. تفسير روح المعاني ۾ علامہ آلوسي هڪ عجيب روايت آندي آهي تہ :

بعض الصحابة أحب أن يرى رسول الله ﷺ فجاء إلى ميمونة فأخرجت له مرآته فنظر فيها فرأى صورة رسول الله ﷺ ولم ير صورة نفسه[2]

جڏهن صحابہ ڪرام کي محبوب جي ياد تڙپائيندي هئي تہ اُهي

---

[1] سبل الهدى والرشاد في سيرة خير العباد (12 / 337) تاريخ الخميس في أحوال أنفس النفيس (2/ 173) جمع الوسائل في شرح الشمائل (2 / 210) شفاء (2 / 450) تاريخ مكة المشرفة والمسجد الحرام والمدينة الشريفة والقبر الشريف (ص: 321)

[2] غاية الأماني في الرد على النبهاني (1/ 298)

بيبي ميمونہ وٽ ايندا هئا. اها ڪين محبوبن جو آئينو ڏيڪاريندي هئي تہ آئيني پنهنجي صورت ڏسڻ جي بجاءِ انهن کي محبوب ﷺ جو جلوو نظر اچي ويندو آهي.

## عشق و محبت جو انوکو مثال:

عشق و محبت جو هي بہ هڪ عجيب داستان آهي. شروعاتي دور ۾ سهڻا حبيب ڪريم ﷺ هڪ ڪجيءَ جي ٿُـڙَ کي ٽيڪ لڳائي جمعي شريف جو خطبو ڏيندا هيا. گهڻي دير تائين ڪين بيهي ارشاد ڪرڻو پوندو هيو. هڪ عورت عرض ڪيو تہ "يا رسول الله منهنجو پُٽُ واڍو آهي اگر اجازت هجي تہ اوهان لاءِ هڪ منبر ٺهرايان ان تي ويهي خطبو ڏيو." پاڻ اها درخواست قبول ڪيائون. جڏهن جمعي جو ڏينهن آيو تہ پاڻ ان منبر تي خطبي ڏيڻ لاءِ ويٺا تہ اهو ڪجيءَ جو سڪل ٿُڙُ حبيبن جي هِجر ۽ فراق ۾ ريهون ڪري روئڻ لڳو. حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنہ ان ٿڙ جي روئڻ جي ڪيفيت بيان ڪندي فرمايو:

فَصَاحَتِ النَّخْلَةُ صِيَاحَ الصَّبِيِّ ثُمَّ نَزَلَ النَّبِيُّ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ فَضَمَّهَا إِلَيْهِ تَئِنُّ أَنِينَ الصَّبِيِّ الَّذِي يُسَكَّنُ[1]

کجور جي ٿڙ ٻارن وانگر روئڻ شروع ڪيو.

---

[1] معارج القبول بشرح سلم الوصول (3 / 1101) صحيح البخاري (4 / 195) شرح مشكل الآثار (10 /386) السنن الكبرى للبيهقي (3 /277) دلائل النبوة للبيهقي (6 /66) معجزات النبي صلى الله عليه وسلم (ص: 124) تاريخ الإسلام (1 /354) البداية والنهاية (6 /140)

پاڻ ڪريم ﷺ منبر ڪان هيٺ لهي آيا، ان کي ڀاڪر ۾ ورتائون تہ اهو سڪل ٿڙ ٻارڙن وانگر سُڏڪا ڀريندي خاموش ٿي ويو.

هڪ روايت ۾ آهي تہ پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو تہ جيڪڏهن ان کي ڀاڪر نہ پايان ها تہ قيامت تائين ائين روئندو رهي ها.

حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ ان ٿڙ جي محبت جو تذڪرو هن طرح ٿو ڪري تہ :

فَسَمِعْنَا لِذَالِكَ الجِذْعَ صَوْتًا كَصَوْتِ العِشَارِ حَتَّى جَاءَ النَّبِيُّ صلى الله عَلَيْهِ وَسلم فَوَضَعَ يَدَهُ عَلَيْهَا فَسَكَنَتْ [1]

اسان ان ڪجيءَ جي سڪل ٿڙ منجهان روئڻ جو آواز ٻڌو. ائين پيو روئي جيئن ڪا ڏاچي ڪِڙڪاٽَ ڪندي آهي. پاڻ ڪريم ﷺ آيا ۽ ان تي اچي شفقت جو هٿ رکيائون تہ اهو خاموش ٿي ويو.

هي بہ محبت جو عجيب داستان آهي جو هن حبيب ﷺ جي لاءِ انسان تہ روئن ٿا جِنَ تہ روئن ٿا پر سُڪل وَڻَ بہ حبيبن جي حُبَ ۾ ريهون ڪري ٿا روئن. پي هي بہ ڳالهہ معلوم ٿي تہ جيڪي حبيب جي سِڪ ۾ روئندا آهن انهن کي محبوبن جو ڀاڪر نصيب ٿيندو آهي.

مولاءِ رُوم هن واقعي کي پنهنجي مثنوي ۾ هن طرح بيان ڪيو آهي تہ :

استنِ حنانہ در ہجرِ رسول ❊ نالہ مے زد ہمچون اربابِ عقول

---

[1] صحيح البخاري (4/196) الاعتقاد للبيهقي (ص: 270) السنن الكبرى للبيهقي (3/276) معجزات النبي صلى الله عليه وسلم (ص: 124) البداية والنهاية (6/140) الطبقات الكبرى (1/194)

گفت پيغمبر چه خواهی اے ستون ✽ گفت جانم از فراقت گشت خون
مسندت من بودم از من تاختی ✽ برسر منبر تو مسند ساختی

رسول ڪريم ﷺ جي وڇوڙي ۾ ڪجيءَ جو ٿڙ انسانن وانگر رڙيون ڪري رنو. پاڻ ڪريمن پڇيس تہ اي ٿڙ تون ڇو ٿو روئين؟ چيائين توهان جي فراق ۾ منهنجي جان خون ٿي وئي آهي. پهريائين آءٌ اوهان جي مسند هيس. هاڻي اوهان مون کان ڪنارو ڪري منبر کي مسند بڻايو آهي.

**اذانِ بلالي:** جڏهن سهڻي محبوب ﷺ هن دنيا کان پردو فرمايو تہ عاشقن جون بيتاب نگاهون محبوب جي وڇوڙي ۾ زارو زار روئنديون رهيون. هر اک وري ان جلون ڏسڻ لاءِ تڙپي رهي هئي. پروانہءِ عشقِ حبيب حضرتِ بلال رضي الله عنه جو هي حال هيو جو مديني جي گلين ۾ رڙندو روئندو پڇندو پي وتيو تہ توهان منهنجو مصطفيٰ تہ ڪونہ ڏٺو؟ مون کي محبوب جي تہ ڪا خبر ڏيو. آخر وڇوڙي جو غم نہ سهندي مديني پاڪ مان هليو ويو تہ هاڻي حبيب کان سواءِ اِهي هَنڌَ حُجرا خالي ڏسي دل سهي نہ ٿي سگهي. پاڻ شام ملڪ جي حلب نالي شهر ۾ وڃي رهيو. رئندي تڙپندي ڇهہ مهينا گذري ويا. هڪ رات خواب ۾ جانبن جو جمال نظر آيس. پاڻ فرمائي رهيا هيا تہ :

مَا هٰذِهِ الْجَفْوَةُ يَا بِلَال اَمَّا اَنَّ لَکَ اَنْ تَزُوْرَنِيْ يَا بِلَال![1]

اي بلال هي ڪهڙي جدائي آهي؟ ڇا اسان جي ملڻ لاءِ اي بلال

---

[1] نيل الأوطار (114/5) شرف المصطفیٰ (196/3) سبل الهدیٰ والرشاد (359/12)

## تنهنجي دل نہ ٿي چاهي؟

بس بلال جيئن سجاڳ ٿيو تہ لبيڪ يا رسول الله جا نعرا هڻندو مديني پاڪ ڏي هليو. جڏهن مديني ۾ آيو تہ اول مسجد نبوي ۾ اچي محبوبن کي ڳوليائين. مسجد ۾ حجرن ۾ جڏهن محبوب جو جلوو نظر نہ آيس تہ سرڪار جي مزارِ پاڪ تي اچي رُنو. عرض ڪيائين تہ يا رسول الله اوهان فرمايو تہ اچي مون سان ملي وڃ. هاڻي آءٌ ملڻ آيو آهيان تہ مون کي ديدار ڪرايو نہ!!! ائين چئي روئندي روئندي بي هوش ٿي ڪري پيو. گهڻي دير بعد هوش ۾ آيو. هوڏهون جڏهن مديني وارن کي خبر پئي تہ محبوبن جو بانگو بلال اچي ويو آهي تہ مديني جا سڀ ماڻهو ڪراڙا، جوان، ٻار، مرد، عورتون سڀ گڏ ٿي ويا. چيائون تہ اي بلال! اڄ اها بانگ چئي ٻڌاءِ جيڪا رسول الله ﷺ جي دؤر ۾ چوندو هئين. بلال چيو تہ آءٌ اها بانگ چئي نہ ٿو سگهان. ڇو تہ جڏهن بانگ چوندو هيس ۽ جڏهن اشهد ان محمد رسول الله چوندو هيس تہ سهڻي محبوب ڏانهن اکيون کڻي ديدار ڪندو هيس. هاڻي اکيون کڻي ڪنهن ڏانهن نهاريان؟ ايتري ۾ امام حسن ۽ امام حسين رضي الله عنهما آيا. چيائون بلال! اڄ اها بانگ ٻڌاءِ جا رسول الله ﷺ جي وقت ۾ هن مسجد ۾ چوندو هئين. حضرت بلال رضي الله عنه چيو تہ آءٌ اوهان جي فرمائش ڪيئن رد ڪيان جو مون ڏٺو تہ رسول الله ﷺ اوهان کي ڪلهن تي کڻي گهمائيندا هيا. پوءِ حضرت بلال رضي الله عنه مسجد نبوي جي ڇت تي بيهي بانگ ڏيڻ شروع ڪئي. جڏهن عشق و محبت ۾ ڀرپور عاشق جا آواز مديني جي فضائن ۾ گونجيا تہ مديني جا ماڻهو سڏڪڻ لڳا، روئڻ لڳا، آهون ڀرڻ لڳا. اڄ محبوب ﷺ جو وقت ياد اچي ويو. اڄ اُهي پرين جا پُور پئجي ويا.

فَلَمَّا أَنْ قَالَ أَشْهَدُ أَمُحَمَّدًا رَسُولُ اللّٰهِ خَرَجَ الْعَوَاتِقُ من خَدورهن فَقَالُوا أَبُعِثَ رَسُولُ اللّٰهِ ﷺ فَمَا رؤی یَوْمٌ أَكْثَرَ بَاكِيًا وَلَا بَاكِيَةً بَعْدَ رَسُولِ اللّٰهِ ﷺ مِنْ ذَلِكَ الْيَوْمِ [1]

جڏهن بلال اشهد ان محمد رسول الله جا لفظ چيا تہ سڀ ماڻهو تہ بيتاب روئي رهيا هئا پر پردي دار عورتون گهرن مان نڪري پيون. سيني اهو سمجهيو تہ رسول الله ﷺ اچي ويا آهن. سهڻي محبوب ﷺ جي وصال بعد ان ڏينهن تي جهڙو مرد ۽ عورتون رُنا اهڙو ڪڏهن بہ مديني وارا نہ رُنا. بلال رضي الله عنه بہ بانگ پوري ڪري نہ سگهيو. روئندي روئندي بيهوش ٿي ڪِري پيو. هي سڀ عشق و محبت جو عالم هيو. الله پاڪ شال اسان کي بہ سهڻي سردار جي سچي محبت ۽ عشق عطا فرمائي.

**جمالِ حبيب ﷺ :**

حضرت حبيب ڪريم ﷺ جو حسنِ بي مثال اهڙو هيو جنهن بہ هڪ ڀيرو محبت جي نگاه سان ڏٺو سو سندن گرويدو ٿي پوندو هيو. پوءِ اهو محبوب جي محبت ۾ پيو روئندو هيو.

از حسنِ جان فزایت تن مُرده زنده گردد
ز کدام باغ اے گل که چنین خوش است بویت

اي محبوب تنهنجي حسن جان افزا سان مُرده جسم زنده ٿي پون ٿا. تون ڪهڙي باغ جو گل آهين جو تنهنجي سُرهان اهڙي بينظير آهي.

---

[1] أخبار وحكايات للغساني (ص: 46)

جليل القدر اصحابي حضرت عَمرو بن العاص ﷛ حبيبن كريمن ﷺ رخ تابان جي حسنِ بي مثال ۽ جمالِ باكمال جي ديدار بابت پنهنجي كيفيت جو ذكر كندي فرمائي ٿو تہ:

وَمَا كَانَ أَحَدٌ أَحَبَّ إِلَيَّ مِنْ رَسُولِ اللَّهِ صلى الله عليه وسلم وَلاَ أَجَلَّ فِي عَيْنِي مِنْهُ وَمَا كُنْتُ أُطِيقُ أَنْ أَمْلأَ عَيْنَيَّ مِنْهُ إِجْلاَلاً لَهُ وَلَوْ سُئِلْتُ أَنْ أَصِفَهُ مَا أَطَقْتُ لأَنِّي لَمْ أَكُنْ أَمْلأُ عَيْنَيَّ مِنْهُ.[1]

مون وٽ رسول الله ﷺ كان وڌيك كوبہ ماڻهو محبوب نہ هيو ۽ نہ ئي منهنجي نظرن ۾ كو پاڻ كريم ﷺ كان وڌيك شان وارو هيو. مان سندن پاك چهري مبارك كي ان جي جلال ۽ جمال جي سببان جيءَ ڀري ڏسڻ جي سگهہ نہ ركندو هيس. اگر كو مون كان سندن صورت ۽ سيرت (محامد ۽ محاسن) بابت پڇي تہ مون ۾ اها همت نہ آهي ڇو تہ (سندن حسنِ بيمثال جي چمك دمك جي سببان) آءٌ كين ڍءُ كري ڏسي ئي نہ سگهيو هيس.

---

[1] صحيح مسلم (1/78) المسند المستخرج على صحيح الإمام مسلم (1/190) مستخرج أبي عوانة (1/98) الأحكام الشرعية للإشبيلي 581 (1/171) الشفا بتعريف حقوق المصطفى (2/38)

هن باب ۾ مشهور و معروف اولياءِ ڪرام جي روئڻ جا دلگداز واقعات بيان ڪيا ويا آهن، جن کي پڙهڻ سان دل نرم ٿئي ٿي، اکيون آليون ٿين ٿيون، تلاوت قرآن تي روئڻ بابت به هن باب ۾ بيان ٿيل آهي. ان کان علاوه کِلڻ جي مذمت ۽ يوڳ چرچن، طنز و مزاح بابت بيان ٿيل آهي. هن باب ۾ اهلِ علم لاءِ هڪ خصوصي پيغام به ڏنل آهي.

وَسن ۽ وِهسن ڏهاڙي ڏسڻ لئي،
جيئن جيئن پرين پسن،
تيئن تيئن نشان نينهن جا.

وَسَنِ ۽ وَهسَنِ، ڏيهاڙي ڏِسَڻَ لَءِ؛
ڏِسي ڏِسي آئيُون، توءِ تَلاشُون ڪَنِ؛
ڏِاپيونـ ڏِاپَنِ، پَسَڻَ مَنجهان پِرِينءَ جي.

## حضرت امام محمد باقر جون اوچنگاريون:

سندن غلام حضرت افلح بيان ڪيو تہ آءُ ساڻن گڏ هيس. پاڻ حج لاءِ نڪتا. جڏهن پاڻ مسجدالحرام ۾ آيا ۽ ڪعبة الله تي نظر پيئي تہ اوچنگارون ڏئي روئڻ لڳا. مون عرض ڪيو منهنجو ابو امان توتان قربان ڪيان، سڀني ماڻهن جي نظر اوهان ۾ آهي، اگر توهان روئڻ ۾ پنهنجو آواز گهٽ ڪيو تہ بهتر! فرمايائون افلح! آءُ ڇو نہ رڙيون ڪري روئان مَنَ منهنجو الله مون ڪي ڪٽي رحمت جي نظر سان نهاري جيڪا سڀاڻي مون ڪي نفعو ڏئي. پوءِ پاڻ ڪعبي جو طواف ڪيائون. پوءِ مقامِ ابراهيم وٽ نفل پڙهيائون. جڏهن پاڻ سجدي مان مٿو مبارڪ مٿي ڪنيائون تہ سجدي جي جاءِ سندن اکين جي ڳوڙهن سان آلي ٿيل هئي. (صفة الصفوة)

ڪنهن جنهن نينهن نهوڙيا، جيئن رويو ڪن راڙو،
ڪيچيـــين لئـــ ڪـــاڙهو، روئـــي ڪنـــدا رُج ۾.

## عجيب نصيحت :

حضرت مغيره بن محمد ﷺ فرمايو تہ يائرو! روئو ۽ گهڻو روئو. اکين سان بہ روئو دل سان بہ روئو. اڄ جا غمگين سڀاڻي شادان هوندا. اڄ جا روئندڙ سڀاڻي کِلندڙ هوندا. اڄ جا ڏڄندڙ سڀاڻي امن ۾ هوندا. اڄ جا بک ڪاٽيندڙ سڀاڻي ڍاول هوندا. پوءِ پنهنجي لاءِ اختيار ڪيو ڇا ٿا چاهيو؟؟

## حضرت مالڪ بن دينار ﷬ جي ڪيفيت :

پاڻ هر دم خوفِ الاهي ۾ روئندا رهندا هيا. ايستائين جو سندن ڳلن تي ڳوڙهن جا رستا ٺهي پيا هئا. پوءِ پاڻ فرمائيندا هيا تہ :
ڪاش خبر پوي تہ منهنجو آخرت ۾ ڇا حال ٿيندو؟ الله بادشاهہ مون تي راضي هوندو يا ناراض!

حضرت مغيره بن حبيب ﷬ فرمايو تہ مون حضرت مالڪ بن دينار ﷬ کي ڏٺو، ساري رات ڏاڙهي ۾ هٿ وجهي روئندو رهيو ۽ چوندو رهيو تہ :

"خدايا منهنجي پوڙهائپ تي رحم ڪر."

## حضرت عمر بن عبدالعزيز جو روئڻ :

پاڻ ڪعبي جو طواف ڪري رهيا هيا تہ ايترو رُنا جو لڙڪن سندن سونهاري ۽ سيني کي آلو ڪري ڇڏيو. هڪ ڏينهن سورت "الهاڪم التڪاثر" پڙهندا رهيا ۽ روئندا رهيا. (الرقة والبڪاء)

## هڪ ڀيري

جمعي جي ڏينهن حضرت عمر بن عبدالعزيز ﷬ مسجد ۾ آيا. منبر تي چڙهيا، خطبو ڏنائون. جهنم جي خوف ۽ الله جي عذاب بابت تقرير ڪندا رهيا ۽ روئندا رهيا. مسجد ۾ موجود سڀ ماڻهو اوڇنگارون ڏئي روئڻ لڳا. ساري مسجد آهُن ۽ دانهُن سان گونجڻ لڳي. راوي چيو تہ مون ڏٺو تہ ڄڻڪ مسجد جون ديوارون بہ زارو زار روئي رهيون آهن. (سيرت عمر بن عبدالعزيز لابن جوزي)

## حضرت عطاءُ سليمي جو روح راڙو :

حضرت عطاءُ سليمي کان ڪنهن پڇيو تہ توهان جي دل جي ڪا تمنا ٻڌايو. فرمايائون دل چاهي ٿي تہ روئندو رهان. روئي روئي بي حال ٿي وڃان وري بہ روئندو رهان. پاڻ واقعتاً ساري زندگي روئندا رهيا. هڪ دفعي ڪو شخص وٽن ڪنهن ڪم لاءِ آيو، ڪين روئندو ڏسي سوچيائين تہ پاڻ خاموش ٿين تہ عرض ڪيان. ٽي ڏينهن ٽي راتيون وَٽن رهيو پر پاڻ روئندا ئي رهيا، تانجو اهو شخص واپس موٽي ويو.

هڪ ڏينهن پاڻ سرديءَ ۾ اُس تي ستا پيا هيا، روئندي روئندي سندن ٻُل پسي ويا. زمين تي گپ بنجي وئي. پاڻ اڪثر ٻوڙهن ڪي هيڏي هوڏي ڪري چڏيندا هيا. جيئن ماڻهو وضوءَ جو پاڻي سمجهن. شهر وارن تي ڪا مصيبت يا ڪا بيماري ايندي هئي تہ پاڻ زاروزار روئي چوندا هيا تہ اها منهنجي گناهن سبب آئي آهي. آءٌ نہ هجان ها تہ اها مصيبت نہ اچي ها. پاڻ رات جو بار بار جسم کي هٿ لائي ڏسندا هيا تہ سندن جسم مسخ تہ نہ ٿي ويو آهي. (انوار العارفين)

رُئَڻُ ۽ راڙو، مُون نِماڻِيءَ جي نِجُهري؛
ڪُنَلِ ڪي قَلبَ ۾، قُرب جو ڪاڙهو؛
هوتَنِ لَءِ هاڙهو، رِجائِيندِيَسِ رَتَ سين.

الله اڪبر! ڏسو الله جي صالحن عابدن کي ڪيتري قدر الله جو خوف هيو. اهي عبادتون ڪري بہ ڊڄندا هيا تہ متان رب ڏمرجي نہ پوي. اڄ اسان جو حال ڇا آهي جو هزارين گناهہ ڪري بہ ڪڏهن الله جي

خوف ۾ اک آلي نہ ٿي آهي.

**حضرت حاتم اصم** رحمة الله عليه فرمايو آهي تہ مومن نيڪي ڪري بہ روئندو آهي، منافق گناھ ڪري بہ کِلندو آهي.

**حضرت فضيل بن عياض** رحمة الله عليه فرمايو تہ مومن درختِ خرما لڳائي بہ روئندو آهي تہ متان ڪنڊا پيدا ٿين ۽ منافق ڪنڊا پوکي بہ اميد ڪندو آهي تہ خرما پيدا ٿين.

**حضرت عمر بن عبدالعزيز** رحمة الله عليه فرمايو تہ مومن جي قوت دل ۾ هوندي آهي پر منافق جي قوت هٿن ۾ هوندي آهي. (انوار العارفين)

## حضرت محمد بن واسع جي آھہ و بُڪا :

هي الله جو ڪامل ولي الله ٿي گذريو آهي. هر وقت سندن چهرو ائين هوندو هيو جيئن گم شده ٻار جي ماءُ جو چهرو غمگين، مُرجهايل ۽ نِماڻو هوندو آهي. سندن چهري کي ڏسي ماڻهن کي رحم اچي ويندو هيو. پاڻ فرمائيندا هيا تہ اهڙن ماڻهن جي صحبت ۾ ويهو جن جي چهري ڏسڻ سان ئي توهان کي نصيحت حاصل ٿي وڃي، سواءِ وعظ ٻڌڻ جي. سندن آھہ و بڪاء کي ٻُڌي هر هڪ جون اکيون آليون ٿي وينديون هيون. (انوار العارفين)

ڏُونگَرَ! ڏُکوئِنِ کي، ڳَلِ نہ سُڪا ڳوڙها؛
هُو جي پَهَڻَ پَبَ جا، سي پَڃي ٿِيا پورا؛
گُوندَرَ جا گهورا، وَڃَنِ جانِ جُدا ڪَيو!

**عيد واري ڏينهن** هر ڪو نوان ڪپڙا پهريون عطر تيل ڦليل لڳايون خوشيون ملهائي رهيو هيو. پر الله جي ولي حضرت صالح بن عبدالجليل رحمة الله عليه جي گهر مان اوڇنگارن جو آواز اچي رهيو هيو. ماڻهن اچي عرض ڪيو اڄ اوهان ڇو روئي رهيا آهيو؟ فرمايائين ابا عيد ته ان لاءِ آهي جنهن پنهنجي رب کي راضي ڪيو هجي ۽ جنهن کي پڪ هجي ته مون کي جهنم کان نجات ملندي ۽ جنت ۾ وڃڻ نصيب ٿيندو پر مون کي منهنجي انجام جي خبر نه آهي، آءُ ڪيئن عيد جون خوشيون ملهايان. (انوارالعارفين)

## حاڪم جي اَحڪَمُ الحاڪِمِينَ وٽ حاضري :

بادشاهه مامون الرشيد جي مرڻ جو وقت قريب آيو ته گهروارن کي امر ڪيائين ته مون کي پلنگ تان هيٺ لاهي مٽيءَ تي سمهاريو. جيئن منهنجي مٽي ۽ ڳلن تي مٽي لڳي. اڄ پنهنجو هيٺو حال بنايان مَنَ رب کي منهنجي حال تي رحم اچي. پيو ته دنيا وارا ڏسن ته عارضي بادشاهه اڄ حقيقي بادشاهه جي بارگاهه ۾ وڃي رهيو آهي. پوءِ پاڻ زاروزار روئڻ لڳا.

ڪنهن پر روئان پرينءَ کي، روئي نا ڄاڻان،
مٽي ڪيو پٽان، هنجن هاڻان هٿڙا.

## گهر جي صحن تي آلاڻ :

حضرت شيخ حسن بصري رحمة الله عليه سان هڪ دوست ملڻ آيو ته سندن اڳيان صحن تي پاڻيءَ جي آلاڻ ڏٺائين.

غلام کان پڇيائين تہ هي ڇاجي آلاڻ آهي؟ غلام چيو تہ اڄ گهر ۾ باهہ ٻاري هئي سين ان مان شعلا ۽ اُلا اٿيا اهي ڏسي حضرت حسن رحمة الله عليه کي جهنم جي باهہ ياد اچي وئي. پاڻ الله جي خوف ۾ رنا آهن سندن ڳوڙهن جي اِها آلاڻ آهي. (انوار العارفين)

هي الله جي پيارن دوستن جو حال آهي، جن جون دليون هر دم هيبتِ الاهي کان لرزنديون رهنديون هيون. جن جون اکيون الله جي خوف ۾ آب هارينديون رهنديون هيون.

**حضرت شيخ حسن بصري** رحمة الله عليه هڪ شخص کي ٽمڪ ڏئي کِلندي ڏٺو. پڇيائينس تہ پُٽَ! ڇا ۽ تہ قيامت جو حساب ڏئي آجو ٿي چڪو آهين؟ چيائين نہ. فرمايائين پوءِ پلصراط اُڪري پار پهچي چڪو آهين؟ چيائين نہ. فرمايائين تہ پوءِ پڪ اٿئي تہ جنت ۾ ويندين؟ چيائين نہ. فرمايائين پُٽَ پوءِ تنهنجو کلڻ نہ ٿو نهي. کِل تڏهن جڏهن اُهي لَڪَ لنگهي پار پهچين. دانائن جو چوڻ آهي تہ:

"کِل تڏهن جڏهن خير ٿئي."

## گهڻو کِلندڙ کي اَٺَ سزائون:

بزرگن فرمايو آهي تہ جيڪو ماڻهو گهڻو کلندو آهي ان کي الله پاڪ طرفان آٺ سزائون ڏنيون وينديون آهن.

1. گهڻو کلندڙ جي دل مري ويندي آهي.
2. ان ماڻهوءَ جي چهري جي رونق ختم ٿي ويندي آهي.
3. شيطان ان کان خوش ٿيندو آهي.

4. الله ان کان ناراض ٿيندو آهي.
5. نبي ڪريم ﷺ ان کان نفرت ڪندا آهن.
6. اهو ماڻهو پلصراط تي چاليهہ سال بيٺو رهندو.
7. اهو ماڻهو عقل وارن جي نظر ۾ ذليل ٿي پوندو.
8. ان ماڻهو کان پويان گناهہ وسري ويندا ۽ اڳتي لاءِ گناهن تي دلير ٿي پوندو. (دواءِ القلوب)

**حضرت رقاشي جون ريهون :** حضرت رقاشي رحمة الله عليه جي خوف ۾ ايترو روئندا هيا جو اڪثر رِيهون ۽ ڪِيهون ڪندي بيهوش ٿي ڪري پوندا هيا تانجو اڪثر بي هوشي جي حال ۾ کين گهر کڻي ايندا هئا. پاڻ پنهنجي سنگتين کي نصيحت ڪندا هيا تہ دوستو! روئڻ واري ڏينهن کان اڳ روئو. دانهن ڪرڻ واري ڏينهن کان اڳ دانهون ڪيو. توبہ جي دروازي جي بند ٿيڻ کان اڳ توبہ ڪيو. اي نوجوانو! اي پير مردؤ! الله جي در دانهون ڪيو.“ پاڻ ڳالهائيندا هيا تہ سندن اکين مان لڙڪ وهندا رهندا هئا جيڪي ڏاڙهي، سيني ۽ پٽڪي جي پلاندن کي پُسائي ڇڏيندا هئا. (تهذيب الڪمال)

جهڙ نيٺئون نہ لهي، ڪڪر هون نہ هون،
ساريو سپرين کي لڙڪ ڳلن سين پون،
سي مَرُ رويو رون، جن مسافر سپرين.

**جيجل کي جواب :** حضرت حميدي رحمة الله عليه فرمايو تہ : هڪ شخص رات ڏينهن روئندو رهندو هيو. هڪ ڏينهن سندس ماءُ کيس چيو تہ:

پڇا تون ايترو ڇو ٿو روئين؟ جو اگر تون ڪنهن جو قتل ڪري وري
ان جي گهر اچين ته تنهنجي روئڻ کي ڏسي، توکي خون به معاف
ڪري ڇڏي. ان نوجوان روئندي جيجل کي جواب ڏنو ته امڙ مون
گناهه ڪري پنهنجي جان کي ماري وڌو آهي. اهو ٻُڌي سندس ماءُ به
زاروزار روئڻ لڳي. (الرقة والبكاء)

**عجيب واقعو :** حضرت عطاءُ بن يسار ۽ سليمان بن يسار رحمت الله
عليهما ٻئي ڀائر هئا. ٻئي عالم، امام، فقيهه ۽ مديني پاڪ ۾ رهندڙ جليل
القدر تابعي هيا. پنهنجي مريدن طالبن سميت مديني پاڪ کان حج
لاءِ نڪتا. رستي ۾ ابواءَ جي منزل وٽ هڪ ڳوٺ ۾ رات رهيا. صبح جو
سڀ ماڻهو ڪنهن ڪم سان ٻاهر نڪري ويا. گهر ۾ صرف حضرت
عطاءُ بن يسار باقي رهجي ويو. ان نماز پڙهڻ شروع ڪئي. اڪيلي
گهر ۾ هڪ عورت نهايت حسين و جميل آئي. حضرت عطاءَ نماز ختم
ڪئي ته عورت چيو منهنجو توهان سان ڪم آهي. فرمايائين ڇا ڪم
آهي؟ چيائين آءُ نوجوان آهيان مڙس مون کي نه آهي. آءُ تو سان
اڪيلائي چاهيان ٿي. پاڻ فرمايائون ان عورت جو حسن و جمال مون
کي ڏاڍو وڻيو پر الله جو خوف رکي ان عورت کي چيم مون وٽان اُٿ
مون کي ۽ پنهنجو پاڻ کي جهنم جي باهه ۾ نه ساڙ. ائين چئي پاڻ
زاروزار روئڻ لڳا. سندن روئڻ کي ڏسي عورت به روئڻ لڳي. ٿوري دير
۾ سليمان آيو. هنن ٻنهين کي رئندو ڏسي اهو به روئڻ لڳو. مريد ۽
شاگرد به هڪ هڪ ٿي ايندا ويا.

بزرگن کي روئندڙ ڏسي اهي بہ روئڻ لڳا. تانجو ساري جماعت ۾ روئڻ جو شور غوغاءُ تي ويو. ڪنهن کي بہ خبر نہ پئي تہ روئڻ جو سبب ڇا آهي. عورت نڪري هلي وئي مگر ساري جماعت روئندي رهي.

جڏهن سفر کان واپس آيا هڪ رات عطاءُ ننڊ مان اٿيو تہ زارو قطار روئڻ لڳو. سليمان چيس تہ ادا روئڻ جو سبب ڇا آهي؟ تہ ويتر وڌيڪ رنو. چيائين اڄ رات حضرت يوسف عليہ السلام کي خواب ۾ ڏٺم پاڻ نهايت حسين و جميل سهڻو هيو. آءٌ روئڻ لڳس تہ حضرت يوسف عليہ السلام فرمايو تہ ڇو ٿو روئين؟ عرض ڪيم تہ تنهنجو حُسن و جمال ۽ تنهنجي آزمائش، حضرت يعقوب عليہ السلام جي جدائي، جيل جي سختي ۽ زليخا جي توسان محبت ۾ ڏاڍو عجب اٿم. انڪري روئان ٿو. فرمايائين منهنجو قصو تہ عجيب آهي پر تنهنجو ۽ ابواءَ واري عورت جو قصو بہ عجيب آهي. توکي مبارڪ هجي. حضرت يوسف عليہ السلام جي ان قول تي روئان ٿو. سليمان پڇيو تہ ان عورت جو واقعو ڇا آهي؟ پوءِ سارو قصو بيان ڪري ٻڌايائينس. (الرقہ والبڪاءِ)

ڏسو الله جي پيارن ڪيئن پاڻ کي بُرائي کان بچايو ۽ صرف هڪ نظر پرائي عورت کي نهارڻ تي ڪيترو رُنا! ان روئڻ تي الله جي نبيءَ حضرت يوسف عليہ السلام بہ کيس مبارڪون ڏنيون.

روبو ويٺي روءُ ، ڪل مَ جيسين خير ٿئي،
اڃا مٿي تو، پوري پُلون ڪيتريون.

## تلاوت قرآن تي روئڻ

**ابنِ عجلان** فرمايو آهي تہ:

كُلُّ دَمْعٍ يَجْرِي مِنَ الْقُرْآنِ فَمَرْحُومٌ عِنْدَ اللّٰهِ [1]

هر اهو ڳوڙهو جو قرآن سبب وهي الله وٽ رحمت ڪيل آهي.

**حضرت فضل رقاشي** رحمة الله عليه فرمايو تہ:

وَكُلُّ قَلْبٍ لَا يُجِيبُ عَلَى حُسْنِ الصَّوْتِ بِالْقُرْآنِ فَهُوَ قَلْبٌ مَيِّتٌ [2]

۽ هر اها دل مُئل آهي جا سهڻي آواز ۾ قرآن پڙهڻ جو جواب نہ ڏئي.

**قول حضرت فضيل بن عياض:**

پاڻ فرمايائون تہ اها اک جا سهڻي آواز ۾ قرآن پڙهڻ تي نہ روئي تہ اها دل غافل آهي.

**حضرت عمر بن عبدالعزيز:**

پُٽَ کي چيو تہ قرآن پڙهہ. چيائين ڇا پڙهان؟ چيائين "سورت ق" پڙهہ. جڏهن هن آيت تي پهتو:

وَجَاءَتْ سَكْرَةُ الْمَوْتِ بِالْحَقِّ (ق:19)

پاڻ زاروزار رُنا ۽ اها آيت پڙهندا رهيا ۽ روئندا رهيا.

---

[1] الرقة والبكاء (ص: 84)

[2] الرقة والبكاء (ص: 84)

هڪ دفعي سندن سامهون هڪ شخص هيءَ آيت پڙهي :

فَمَنَّ اللّٰهُ عَلَيْنَا وَ وَقٰىنَا عَذَابَ السَّمُوْمِ (الطور: 27)

پاڻ رڙيون ڪري روئڻ لڳا. هر لمحہ سندن روئڻ تيز ٿيندو ويو تانجو پاڻ بي هوش ٿي ڪِري پيا. (سيرت عمر بن عبدالعزيز)

حضرت ابو صالح نماز پڙهائيندا هيا تہ گهٽي روئڻ سبب آواز ئي ٻڌجڻ ۾ نہ ايندو هيو. (مصنف ابي شيبہ)

هڪ حديث شريف ۾ آهي تہ قرآن پڙهڻ وقت روئو. اگر روئڻ نہ اچي تہ تَڪَلُف سان زبردستي بہ روئو. اگر پوءِ بہ روئڻ نہ اچي تہ پنهنجي سخت دلي ۽ غليظ القلبي تي روئو. (انيس الواعظين)

**حضرت خالد زيارت** رحمۃ اللہ علیہ نماز پڙهي رهيا هيا. جڏهن سر سجدي مان مٿي ڪنيائون تہ ڏسڻ وارن ڏٺو تہ سجدي واري جاءِ جون پٿريون اکين جي ڳوڙهن ۾ آليون هيون.

**حضرت ابو عمران جوني** رحمۃ اللہ علیہ جڏهن اذان ٻڌندا هيا تہ سندن رنگ متغير ٿي ويندو هيو ۽ اکين مان آب جاري ٿي ويندو هين.

## اهل علم لاءِ هڪ پيغام :

علم الله جي نعمتن مان عظيم نعمت آهي.

علم الله سان ملڻ جو ذريعو آهي.

علم جهنم کان بچائي ٿو.

علم جنت ۾ پچائي ٿو.

علم جي طلب عبادت آهي.

علم جو تڪرار تسبيح آهي. علم مجلسن جو سينگار آهي.
علم دشمنن کان حفاظت ڪندڙ هٿيار آهي.
علم انسان جي حياتي آهي. علم جيءَ جو جياپو آهي.
علم بدنن جي سگهه آهي. علم نور آهي. علم سُرور آهي.
علم انسانيت جو زيور آهي. علم بنا انسان جانورن کان به بدتر آهي.
علم انسان کي سندس حقيقي مقام ڏياري ٿو.
تاجدارِ حرم سيد العرب والعجم حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ فرمايو:

فَضْلُ الْعَالِمِ عَلَى الْعَابِدِ كَفَضْلِي عَلٰى اَدْنَاكُمْ [1]

عالم جي فضيلت عابد مٿان ائين آهي جيئن مون محمد ڪريم (ﷺ)
جو شان اوهان مان ڪنهن ادنيٰ امتي کان مٿي آهي.

اهو عبادت گذار ٻانهو جيڪو رات جو نفل پڙهي شب بيداري ڪري، ڏينهن جو روزا رکي اهڙو عابد پنهنجي جاءِ تي ڪيڏو نه شان وارو پر عالم جو شان عابد مٿان ائين آهي جيئن ادنيٰ امتي کان تاجدارِ ڪائنات ﷺ جو شان ارفع ۽ اعليٰ آهي. عالم اگر عابد کان ايترو پيارو آهي ته عام ماڻهن ۾ عالم جو شان، مان ۽ مرتبو ڪيترو بلند هوندو؟ پر ڄاڻڻ گهرجي ته اهو عالم آهي ڪهڙو جنهن جو شان ايترو بلند بنايو ويو آهي؟

---

[1] تفسير البغوي (2/ 405) روح البيان (5/ 145) سنن الترمذي (5/ 50) سنن الدارمي (1/ 334) المعجم الڪبير للطبراني (8/233) مرقاة المفاتيح 3283/8) الفتح الڪبير (2/254) ڪشف الخفاء (2/100)

قرآن پاڪ ۾ رب فرمايو آهي تہ :

اِنَّمَا يَخۡشَى اللّٰهَ مِنۡ عِبَادِهِ الۡعُلَمٰٓؤُا (الفاطر:28)

الله جي ٻانهن ۾ سڀ کان وڌيڪ الله جو خوف رکندڙ عالم ئي آهن. معلوم ٿيو تہ عالم اُهي آهن جيڪي دلين ۾ الله جو خوف خشيت رکڻ وارا آهن. جيئن جيئن علم وڌندو ويندو تيئن تيئن خوفِ الاهي بہ وڌندو ويندو.

پاڻ ڪريمن ﷺ جو فرمان عاليشان آهي تہ :

لَوۡ تَعۡلَمُونَ مَا أَعۡلَمُ لَضَحِكۡتُمۡ قَلِيلًا وَلَبَكَيۡتُمۡ كَثِيرًا [1]

جيڪو علم مون وٽ آهي سو جي توهان وٽ بہ اچي تہ توهان کِلو ٿورو روئو گهڻو.

سبحان الله! نبوي علم اگر ڪنهن وٽ اچي تہ ان جي کِلَ پوڳ گهٽجي وڃي ٿي ۽ روئڻ وڌي وڃي ٿو. عالم نبين جا وارث آهن.

الۡعُلَمَاءَ وَرَثَةُ الۡأَنۡبِيَاءِ [2]

پوءِ سچا وارث اُهي ئي آهن جن جي دلين ۾ الله جو خوف سمايل هجي.

---

[1] صحيح البخاري (2 / 34) صحيح مسلم (2 / 618) سنن النسائي (3 / 132) سنن ابن ماجه (2 / 1402) مسند أحمد (15 / 527) سنن الدارمي (3/1798) سنن الترمذي (4/135)

[2] سنن أبي داود (3 / 317) سنن الترمذي (5 / 49) سنن ابن ماجه (1 / 81) شرح مشكل الآثار (3 / 11) صحيح ابن حبان (1 /289) حلية الأولياء (8/92) الآداب للبيهقي (ص: 348)

## عالمن کان سوال؟

آءُ عالمن، وعظ تقريرون ڪرڻ وارن خطيبن کان ادب جا هٿ ٻڌي هڪ سوال ٿو پڇان جيڪي پنهنجي تقريرن ۾ پوڳ چرچا ڪري پاڻ بہ خوب ٺهڪ ڏيندا آهن ۽ عوام الناس کي بہ بي تحاشا کلائيندا آهن. ڇا توهان کي علم اهو سيکاريو آهي؟ ڇا توهان کي پيغمبري ورثو اهو مليو آهي؟ ڪيترين ديني مجلسن ۾ هن فقير کي حاضري جو موقعو مليو آهي. تقرير ٻڌي ائين محسوس ٿيندو آهي جيئن ڪا پوڳ چرچن جي مجلس ٿي رهي هجي. صبح جو ماڻهن کي صرف اهي پوڳ ۽ چرچا ياد هوندا آهن. پيو ڪل خير.

"الفتح الرباني" مواعظ حضرت غوثِ اعظم جيلانيؒ پڙهي ڏسو. پاڻ مقررن خطيبن وعظ ڪرڻ وارن کي سخت تنبيہ ڪن ٿا تہ وعظ ۾ کلائڻ واري گفتگو هرگز نہ ڪيو. کل پوڳ واي تقرير مان ماڻهو نصيحت نہ پرائيندا. تاجدار ڪائنات فخرِ موجودات حبيبِ ڪبريا حضرت محمد مصطفيٰ ڪريم رؤف رحيم ﷺ فرمايو تہ:

وَيْلٌ لِلَّذِي يُحَدِّثُ بِالحَدِيثِ لِيُضْحِكَ بِهِ القَوْمَ فَيَكْذِبُ وَيْلٌ لَهُ وَيْلٌ لَهُ[1]

---

[1] سنن الترمذي (4/557) الزهد والرقائق (1/254) مسند أحمد (33/244) سنن الترمذي (4/135) السنن الكبرى للنسائي (10/74) المعجم الكبير للطبراني (19/403) المستدرك على الصحيحين للحاكم (1/108)

برباديءَ آهي ان ماڻهو لاءِ جو ماڻهن کي کلائڻ لاءِ ڪوڙي ڳالهہ بيان ڪري ٿو ان لاءِ بربادي آهي ان لاءِ بربادي آهي.

ڪوڙا قصا، ڪهاڻيون، ڪوڙا لطيفا بيان ڪري ماڻهن کي کلائڻ وارو پنهنجي لاءِ بربادي جا سامان تاهي رهيو آهي.

سرڪارِ مدينہ ﷺ فرمايو تہ:

إِنَّ الرَّجُلَ لَيَتَكَلَّمُ بِالْكَلِمَةِ لَا يَرَى بِهَا بَأْسًا يَهْوِي بِهَا سَبْعِينَ خَرِيفًا فِي النَّارِ[1]

بيشڪ ماڻهو ڪا ڳالهہ ڪري ٿو ان ۾ ڪو بہ حرج نہ ٿو ڏسي حالانڪ ان ڳالهہ سبب الله تعاليٰ ان کي ستر سالن جي راهہ جيترو دوزخ ۾ ڪيرائي ڇڏيو.

**نبي ڪريم ﷺ جي تقرير:**

حضرت ابنِ عمر رضي الله عنه فرمايو تہ هڪ ڏينهن محبوب ڪريم ﷺ خطبو ڏئي رهيا هيا. پاڻ فرمايائون تہ ٻہ وڏيون شيون نہ وساريو. اصحابن عرض ڪيو تہ يا رسول الله ٻہ وڏيون شيون ڪهڙيون آهن؟

پاڻ فرمايائون "جنت ۽ دوزخ" پوءِ پاڻ ايترو رُنا جو ڳوڙها سندن ڳلن تان ٽِمي رهيا هئا ۽ سندن سونهاري مبارڪ مان ٽپڪي رهيا هئا. پوءِ فرمايائون تہ:

---

[1] سنن الترمذي (4 / 557) مسند أحمد (12 / 149) صحيح ابن حبان (13 / 13) المستدرك على الصحيحين للحاكم (4/640)

وَالَّذِي نَفْسُ مُحَمَّدٍ بِيَدِهِ , لَوْ تَعْلَمُونَ مِنْ عِلْمِ الْآخِرَةِ مَا أَعْلَمُ لَمَشَيْتُمْ إِلَى الصَّعِيدِ, فَلَحَثَيْتُمْ عَلَى رُءُوسِكُمُ التُّرَابَ[1]

قسم آهي ان ذات جو جنهن جي هٿ ۾ مون محمد كريم ﷺ جي جان آهي تہ آخرت جو علم جيڪو آءُ ڄاڻان سو جي توهان بہ ڄاڻو تہ توهان ٻرن ڏانهن نڪري وڃو ۽ پنهنجي مٿن تي مِٽي اڇلايو.

صحيح بخاري ۽ صحيح مسلم ۾ حضور عليہ الصلواة والسلام جي هڪ ٻي تقرير جو ذڪر اچي ٿو. حضرت انس رضي الله عنه فرمايو تہ :

خَطَبَ رَسُولُ اللَّهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ خُطْبَةً مَا سَمِعْتُ مِثْلَهَا قَطُّ[2]

رسول الله ﷺ جن خطبو ڏنو اهڙو خطبو مون ڪڏهن نہ ٻڌو. ان خطبي ۾ پاڻ فرمايائون جيڪو آءُ ڄاڻان ٿو اهو جيڪڏهن اوهان ڄاڻو تہ اوهان کلو ٿورو روئو گهڻو. اها گفتار پُر تاثير ٻڌي صحابہ ڪرام ايترو رنا جو سندن چهرا ڳوڙهن ۾ پسي ويا. سندن نڪن منجهان روئڻ جا آواز اچي رهيا هئا. (بخاري، مسلم)

**حضرت ابو موسىٰ رضي الله عنه جي تقرير :** بصري جو گورنر رسول الله ﷺ جو اصحابي بصري جي جامع مسجد ۾ ماڻهن کي خطبو ڏيندي جڏهن جهنم جو ذڪر ڪيائين تہ ايترو رنو جو سندس ڳوڙها منبر تان وهي هليا.

---

[1] الرقة والبكاء (ص: 97) صفة النار (ص: 15) الترغيب والترهيب (248/4)

[2] صحيح البخاري (6 / 54) السنن الكبرى للبيهقي (ص: 221) جامع الأصول (2 / 122) صحيح الترغيب والترهيب (174/3)

ان ڏينهن بصري جا ماڻهو بي تحاشا رنا هئا. (الرقه والبكاءِ)

**طنز و مزاح يوڳ ۽ چرچا :** صاحبانِ مسند، علماءِ ڪرام، مشائخ عظام، دين جي مبلغن کي يوڳ چرچا زيب نه ٿا ڏين. ائين ڪرڻ سان انهن جي چهري جو رعب ختم ٿي ويندو. ماڻهن مان انهن جي هيبت ختم ٿي ويندي. چرچن ڪرڻ وارو ماڻهو هلڪڙو ٿي پوندو ۽ ان کان پيا ماڻهو گهٽ فائدو پرائي سگهندا.

**فاروقي فرمان :** حضرت سيدنا فاروقِ اعظم ﷺ پنهنجي سيني گورنرن ۽ عاملن کي فرمان جاري ڪيو ته ماڻهن کي يوڳن ۽ چرچن کان منع ڪيو ڇو ته ان سان مروت ختم ٿي وڃي ٿي. سيدنا فاروقِ اعظم ﷺ فرمائيندا هيا ته جيڪو گهڻا ٽهڪ ڏئي کلندو ان جي هيبت گهٽجي ويندي ۽ يوڳ چرچن ڪرڻ وارو هلڪڙو ٿي پوندو.

(دواءِ القلوب : ص 406)

**هڪ داناءَ جي نصيحت :** هڪ داناء پنهنجي پُٽ کي نصيحت ڪئي: ”پُٽَ شريف ۽ عزت واري ماڻهو سان چرچا نه ڪر ڇو ته ان جي دل ۾ غم پيدا ٿيندو. ڪميڻي سان به چرچا نه ڪر جو اهو تو کي به اُهي ساڳيا لفظ چوندو. هر چيز جو منڍ آهي، دشمني جو منڍ چرچو يوڳ آهي. يوڳ چرچي ڪندڙ تي ٻار به جرئت ڪندو.“

**خوش طبعي جو معيار :** طبيعت کي خوش ڪرڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن کلڻ مسڪرائڻ به جائز بلڪ ڪن حالتن ۾ ضروري به آهي پر اها خوش طبعي دائرهءِ اخلاق ۾ هجي جنهن ۾ ڪوڙ نه هجي.

ڪنهن جي دل آزاري نہ هجي. اهڙي خوش طبعي خود رسول ڪريم ﷺ جي سنت آهي. پاڻ ڪريم ﷺ ڪڏهن ڪڏهن صحابہ ڪرام سان مزاح بہ ڪندا هيا پر سندن مزاح بہ پاڪيزه هوندو هيو.

روايت ۾ آهي تہ هڪ شخص پاڻ ڪريمن کان اُٺ گهريو. پاڻ فرمايائون تہ "اسان تو کي اُٺ جو پُٽُ ڏينداسين." ان ماڻهو چيو تہ سائين اُٺ جي پُٽَ کي آءٌ ڇا ڪندس؟ مون کي تہ اُٺ گهرجي. پاڻ فرمايائون تہ "ادا اهو وڏو اُٺ بہ تہ ضرور ڪنهن اُٺ جو پُٽ هوندو."

هڪ ڪراڙي عورت کي پاڻ فرمايائون تہ "ڪراڙا جنت ۾ نہ ويندا." اها عورت زاروزار رني. پاڻ فرمايائون تہ ڇوٿي روئين؟ چيائين اجا بہ نہ روئان جو اوهان فرمايو ٿا تہ ڪراڙا جنت ۾ نہ ويندا! پاڻ فرمايائون تہ ڪراڙا بہ جوان ٿي پوءِ جنت ۾ ويندا. ڏسو خوشطبعي بہ ٿي وئي حق ۽ حقيقت بہ بيان ٿي وئي ۽ علم ۾ اضافو بہ ٿيو ۽ عقيدي جي بہ درستگي ٿي وئي.

## هڪ عالم جي بخشش جو سبب

حضرت منصور بن عمار رحمة الله عليه وڏو عالم هيو. جڏهن تقرير ڪندو هيو تہ هزارين ماڻهو گڏ ٿي ويندا هيا. سندس گفتار ۾ ڏاڍي تاثير هوندي هئي. جڏهن پاڻ وفات ڪري ويو تہ سندس پُٽ سليم بن منصور کيس خواب ۾ ڏٺو. پڇيائينس تہ "بابا الله پاڪ اوهان سان ڪهڙو معاملو ڪيو؟ فرمايائين تہ "ٻچا! الله پاڪ مون کي معافي ڏئي ڇڏي ۽ مون کي پنهنجي سامهون سڏي فرمايائين تہ:

”اي منصور ڇاڻين ٿو تہ مون تنھنجي مغفرت ڇو ڪئي آھي؟“ مون عرض ڪيو تہ ”يا الله تون ئي بھتر ڄاڻين ٿو.“ الله پاڪ فرمايو تہ ”اي منصور ھڪ ڏينھن تو مجلس ۾ اھڙو وعظ ڪيو جو ان مجلس ۾ ھڪ منھنجو گنھگار ٻانھو بہ ويٺل ھيو. تنھنجو وعظ ٻڌي ان جي اکين ۾ منھنجي خوف جا ڳوڙھا اچي ويا ھئا. ان جي روئڻ ڪري ڏسي منھنجي رحمت جوش ۾ آئي. مون ان روئندڙ کي تہ بخشيو پر ان جي صدقي تو کي بہ بخشيو پر ساري مجلس وارن کي بخشي ڇڏيو.

(شرح الصدور للسيوطي)

عالمن لاءِ ھن حڪايت ۾ وڏي نصيحت آھي تہ اُھي ماڻھن کي الله جي خوف جون ڳالھيون ٻڌائن، جن سان ماڻھو اشڪبار ٿي پون. پوءِ ھڪ روئندڙ جي صدقي مَنَ ساري محفل وارن جي بخشش جو بھانو ٿي پوي. عوام کي بہ گھرجي تہ اھڙن الله جي خوف وارن عالمن جي صحبت ۾ ھلي وڃي ويھن، جن جي اندر ۾ الله جي خشيت سمايل ھجي ۽ انھن جي پُرسوز گفتگو ٻڌي مَنَ اکيون اشڪبار ٿي پون.

**قريشي ڪريم رحمة الله عليه جي مجلس ۾:**

قطبِ عالم حضرت پير مٺاسائين رحمة الله عليه فرمايو تہ: ھڪ ڀيري آءٌ حضرت قريشي صاحب رحمة الله عليه جي مجلس ۾ ويٺو ھيس. اتي غزل پڙھڻ وارن ڀن ڄڻن تمام مٺي ۽ سُھڻي آواز ۾ حضرت سعدي جو فارسي غزل پڙھيو:

عرش است کمیں پایہ ز ایوان محمد

جڏھن لفظ محمد چيائون تہ مون مٿان حالت طاري ٿي وئي.

مون تي عشقِ رسول ﷺ جو اهڙو غلبو ٿيو جو ڇيم اگر بيت جو پيو بند ورجايائون تہ عشقِ محمد ڪريم ﷺ ۾ منهنجو هيانءُ ڦاٽي پوندو. دل ۾ ڇيم اهو موت پلو آهي. حضرت قريشي صاحب رحمة الله عليه منهنجي حال کي سمجهي ويا. غزل پڙهڻ واري کي منع ڪيائون وڌيڪ نہ پڙهو. ڪو ٻيو غزل پڙهو. ان راز جي خبر صرف مون کي ۽ قريشي صاحب کي هئي.

ڪنهن ميت تي ڪهڙا ڪم جائز آهن ڪهڙا ناجائز آهن؟ پِٽَڻ ۽ پارَ ڪڍڻ ڪان الله ۽ ان جي رسول ﷺ منع ڪئي آهي ڇو تہ پارن ڪڍڻ سان ميت کي قبر ۾ عذاب ٿئي ٿو. ها جيڪڏهن لڙڪ وهي پون تہ اُهي ڳوڙها رحمت ۽ شفقت جا آهن، انهن ڪان منع نہ آهي. خود پاڻ محبوب ڪريم ﷺ بہ فوت ٿي وڃڻ وارن لاءِ ڪيئن رنا هيا؟ ممنوع ۽ مذموم روئڻ ڪهڙو آهي؟ روئڻ سچو ڪهڙو آهي؟

## شاهه سائين

اڄ پڻ اکڙين سڄڻ پنهنجا ساريا،
ڳلن تان ڳوڙهن جون بوندون بس نہ ڪن،
سَندي سِڪَ پِرين لوڪ ڏٺي نہ لهي.

اڄ پڻ اکڙيون ساريو رُوَن سڄڻ کي،
جانب جي جمال ڏي تاڙن تيون تکڙيون،
جي وهم پريان وکڙيون تن اکين اڄ نہ لهي.

اڄ پڻ کيا اکين آبرَ جيئن آگم،
ڳوڙهن ڪيو ڳلن کي نائي پاٽي نم،
بوندن بس ئي ڪانہ ڪا دوست پڄاڻان دم،
حبيباڻا هَمَ ساڙن ٿا سرير کي.

مون ساريندي سپرين اچين جي تون هاڻ،
ڪريان روح رهاڻ لکن منجهہ لطيف چئي.

### موت فوت تي روئڻ:

هي جهان فنا جو مڪان آهي. اڄ سڀان هر هڪ کي مرڻو آهي. جو تڪر ٿيو آهي سو هڪ ڏينهن ڍهڻو آهي.

كُلُّ نَفْسٍ ذَآىِٕقَةُ الْمَوْتِ (العنكبوت:57)

هر جيءَ کي موت جو ذائقو چکڻو آهي.

هيءَ دنيا ساري مسافر خانو آهي، جو پيدا ٿيو آهي مرڻ لاءِ. امير هجي يا پير، شاهه هجي يا گدا، تونگر هجي يا غريب، زميندار هجي يا هاري، سيٺ هجي يا نواب، مرد هجي يا عورت، صغير هجي يا ڪبير، هر هڪ لاءِ وقت مقرر آهي.

فَاِذَا جَآءَ اَجَلُهُمْ لَا يَسْتَاْخِرُوْنَ سَاعَةً وَّلَا يَسْتَقْدِمُوْنَ (النحل: 61)

جڏهن اجل ايندو آهي تہ هڪ گهڙي بہ اڳي يا پوءِ نہ ٿيندو آهي.

گهر گهر تي موت جا لامارا آهن. هر هڪ کي پنهنجي پيارن جي جدائي جو ڪوڙو ڏک پيئڻو پوي ٿو. ڪنهن مومن کي هرگز جائز نہ آهي تہ پنهنجي ڪنهن ميت تي پار ڪڍي روئي. متو مُنهن پٽي يا سينو ڪُٽي يا ماتم ڪري بلڪ ڏک جي وقت ۾ صبر ڪرڻ ڀلو آهي.

الَّذِيْنَ اِذَآ اَصَابَتْهُمْ مُّصِيْبَةٌ قَالُوْٓا اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ ۝ اُولٰٓىِٕكَ عَلَيْهِمْ صَلَوٰتٌ مِّنْ رَّبِّهِمْ وَرَحْمَةٌ وَّاُولٰٓىِٕكَ هُمُ الْمُهْتَدُوْنَ ۝ (البقرة)

اُهي ماڻهو جن کي جڏهن ڪا مصيبت اچي ٿي تہ چون ٿا.

اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ ﴿١٥٦﴾

بيشڪ اسان الله جا آهيون ۽ ان ڏانهن موٽڻ وارا آهيون.

اهي ماڻهو آهن جن تي انهن جي پالڻهار پاران عنايتون ۽ رحمت آهي ۽ اهي ئي هدايت وارا آهن.

جڏهن پانهو مصيبت يا غم ۽ ڏک تي يا پنهنجي عزيز قريب مِٽ مائٽ جي فوت ٿيڻ تي ماتم ڪرڻ بجاءِ اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ پڙهي رب جي رضا تي راضي رهي ٿو تہ اها مصيبت ان لاءِ رحمت برڪت ۽ هدايت جو سبب بنجي پوي ٿي.

پاڻ ڪريم ﷺ فرمايو تہ الله تعاليٰ منهنجي امت کي مصيبت جي وقت ۾ هڪ اهڙي شيءِ عطا ڪئي آهي جا اڳين امتن مان ڪنهن کي بہ نہ ڏني وئي آهي، اها آهي: اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ چوڻ.

## پِٽڻ ۽ پار ڪڍڻ کان منع :

پِٽڻ ۽ پار ڪڍڻ، آلاپ ۽ اوسر ڪرڻ مسلمانن جو طريقو نہ آهي. خصوصاً عورتن ۾ اهو مرض آهي جو ميت پنهنجو هجي يا پرائو، پار ڪڍي اوڙي پاڙي جون ننڍون آرام حرام ڪري ڇڏينديون آهن. اسان جي حبيب سهڻي محبوب محمد ڪريم ﷺ انهن پارن ڪڍڻ کان سخت منع ڪئي آهي. البتہ اکين مان ڳوڙها وهن تہ ان کان منع نہ آهي. اهي لڙڪ دل جي نرمي جي نشاني آهن. غم جي بار کي هلڪو ڪندا آهن.

**ميت کي عذاب :** حضرت مغيره بن شعبہ رضي الله عنہ فرمايو تہ مون ٻڌو تہ پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو تہ :

مَنْ نِيحَ عَلَيْهِ يُعَذَّبُ بِمَا نِيحَ عَلَيْهِ[1]

جنهن (ميت) تي نوحا ڪيا وڃن (پار ڪڍيا وڃن) انهن جي سبب ان تي عذاب ڪيو وڃي ٿو.

إِنَّ الْمَيِّتَ لَيُعَذَّبُ بِبُكَاءِ الْحَيِّ عَلَيْهِ[2]

بيشڪ ميت کي پونئيرن جي روئڻ (پارن ڪڍڻ) سبب (قبر ۾) عذاب ڪيو وڃي ٿو.

حضرت بي بي عائشہ رضي الله عنها فرمايو تہ :

حضور عليہ الصلوات والسلام جن هڪ جاءِ تان لنگهيا اتي هڪ يهودياڻي مري وئي هئي. ان جا گهر وارا ان تي روئي رهيا هئا. پاڻ فرماياٺون تہ :

إِنَّهُمْ لَيَبْكُونَ عَلَيْهَا وَإِنَّهَا لَتُعَذَّبُ فِي قَبْرِهَا[3]

گهر وارا هِتي اُن لاءِ روئن ٿا ۽ هُن کي قبر ۾ عذاب ٿي رهيو آهي.

---

[1] صحيح البخاري (2 / 80) سنن الترمذي (3 / 316) مسند أحمد (30 / 71) المعجم الكبير للطبراني (20 / 407) السنن الكبرى للبيهقي (4/120) فتح الباري لابن حجر (3/162)

[2] صحيح البخاري (2/80) صحيح مسلم (2 / 639) سنن الترمذي (3/ 320) سنن النسائي (4 / 17) موطأ مالك (2 / 329) مسند الشافعي (ص: 182) مصنف عبد الرزاق الصنعاني (3 / 560) مصنف ابن أبي شيبة (3/ 61)

[3] صحيح البخاري (2 / 80) صحيح مسلم (2/ 643) سنن الترمذي (3 /320) موطأ مالك رواية أبي مصعب الزهري (1 / 394) مسند الشافعي (ص: 182) مسند أحمد (41/ 277)

**لعنت جو وسڪار :**

لَعَنَ رَسُولُ اللّٰہِ صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَسَلَّمَ النَّائِحَةَ وَالْمُسْتَمِعَةَ[1]

پار ڪيڻ واري ۽ ان جي ٻڌڻ واري عورت تي رسول الله ﷺ لعنت ڪئي آهي.

**عورتن ڪان بيعت ورتائون :** حضرت بي بي اُم عطيہ رضي الله عنها فرمايو تہ نبي ڪريم ﷺ اسان عورتن ڪان بيعت ورتي ان ڳالهہ جو بہ اقرار ورتائون تہ اسان ميت تي پار نہ ڪيندي ون سين. (بخاري)

**بيا ممنوع ڪم :** حضرت اُسَيد ڪان روايت آهي تہ :

هادي عالم نور مجسم حضرت مدني محمد ڪريم ﷺ سان بيعت ڪرڻ وارين اصحابياڻين مان هڪ اصحابياڻي بيان ڪيو تہ رسول الله ﷺ اسان ڪان جن ڳالهين جو وعدو ورتو هيو. انهن مان هي ڳالهيون بہ هيون تہ اسان ڪنهن جي موت تي :

أَنْ لَا نَخْمُشَ وَجْهًا وَلَا نَدْعُوَ وَيْلًا وَلَا نَشُقَّ جَيْبًا وَأَنْ لَا نَنْشُرَ شَعَرًا[2]

اسان پنهنجا مُنهن نہ پِٽينديون سين.

---

[1] سنن أبي داود (3 / 194) مسند أحمد (18 / 166) المعجم الكبير للطبراني (11 / 145) السنن الكبرى للبيهقي (4/105) شعب الإيمان (12/428) سبل السلام (1/504)

[2] سنن أبي داود (3 / 194) السنن الكبرى للبيهقي (4 / 107) شعب الإيمان (12 / 428) صحيح الترغيب والترهيب (3/212)

هاءِ گهوڙا واويلو نہ ڪنديون سين.

گريبان نہ ڦاڙينديون سين.

پنهنجا وار نہ کولينديون سين.

هڪ ٻي حديث ۾ آهي تہ پاڻ ڪريم ﷺ ڪنهن جي موت فوت تي هنن ڪمن کان منع فرمايو.

لَيْسَ مِنَّا مَنْ حَلَقَ وَمَنْ سَلَقَ وَمَنْ خَرَقَ [1]

اهو اسان مان نہ آهي جيڪو (مصيبت وقت) مٿو ڪوڙي، مُنهن پِٽي ۽ جيڪو ڪپڙا ڦاڙي.

**روئڻ کان روڪ ناهي:**

هيءَ ڳالهہ سمجهڻ جي آهي تہ پار ڪيڻ، اوسر ڪرڻ کان منع آهي، باقي اکين مان لڙڪ روڪڻ ڪنهن جي وس جا آهن؟ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما فرمايو تہ جڏهن سعد بن عُباده رضي الله عنه بيمار ٿي پيو تہ محبوب ڪريم ﷺ پاڻ ان کان پڇڻ آيا. ساڻن گڏ عبدالرحمٰن بن عوف، سعد بن ابي وقاص ۽ عبدالله بن مسعود رضي الله عنهم اجمعين بہ ساڻ هيا. جڏهن پاڻ سندس گهر آيا تہ سڀ گهروارا مٿس گڏ ٿيو ويٺا هئا. پاڻ فرمايائون تہ ڇا سعد بن معاذ گذاري ويو؟ عرض ڪيائون نہ يا رسول الله. ان مهل پاڻ ڪريم ﷺ خود روئي پيا.

---

[1] سنن أبي داود (3 / 194) سنن النسائي (4 / 20) مسند أحمد (32 / 466) مسند البزار (8 / 56) شرح مشكل الآثار (3/ 367) المعجم الكبير للطبراني (25/ 175)

جڏهن اصحابن رسول الله ﷺ کي روئندو ڏٺو تہ سڀ روئڻ لڳا. پوءِ پاڻ فرمايائون تہ : إِنَّ اللّٰهَ لاَ يُعَذِّبُ بِدَمْعِ العَيْنِ وَلاَ بِحُزْنِ القَلْبِ[1]

الله تعاليٰ اک جي ڳوڙهن نڪرڻ تي يا دل جي غمگين ٿيڻ تي عذاب نہ ٿو ڪري.

پوءِ پاڻ زبان ڏانهن اشارو ڪري فرمايائون الله تعاليٰ هن جي (پارن ۽ نوحن) سبب عذاب ڪري ٿو، يا رحم ڪري. پوءِ پاڻ فرمايائون ميت کي گهروارن جي (پارن) سبب عذاب ڪيو ويندو آهي.

حضرت عمر فاروق رضي الله عنه جڏهن ڪنهن کي پار ڪيدندي ڏسندو هيو تہ ان کي لٺ سان يا پٿر سان ماريندو هيو ۽ ان جي وات ۾ مٽي اچلائي هٽندو هيو. (صحيح بخاري، ڪتاب الجنائز، باب بڪاءِ عند المريض)

**ٻچڙي جي جدائي :** حضرت انس رضي الله عنه فرمايو تہ مون ڏٺو تہ حضور نبي ڪريم ﷺ جي اکيان سندن صاحبزادي حضرت ابراهيم رضي الله عنه جو دم ٽٽي رهيو هيو. سندن اکين مان ڳوڙها وهي رهيا هئا ۽ فرمائي رهيا هئا تہ :

تَدْمَعُ الْعَيْنُ وَيَحْزَنُ الْقَلْبُ وَلَا نَقُولُ إِلَّا مَا يُرْضِي رَبَّنَا إِنَّا بِكَ يَا إِبْرَاهِيمُ لَمَحْزُونُونَ[2]

---

[1] صحيح البخاري (2 / 84) صحيح مسلم (2 / 636) الآداب للبيهقي (ص: 306) السنن الصغير للبيهقي (2/ 34) شعب الإيمان (12/ 432) سبل السلام (1/ 504) كنز العمال (15/ 611)

[2] سنن أبي داود (3/ 193) صحيح مسلم (4/ 1807) مصنف ابن أبي شيبة (3/ 63) مسند أحمد (20/ 316) مسند البزار (13 / 324) صحيح ابن حبان (7/ 162)

اکين ڳوڙها وهائڻ ٿيون دل کي صدمو پهچي رهيو آهي پر اسان وات سان ڪجهہ نہ ٿا چئون مگر اها ڳالهہ جنهن سان اسان جو پروردگار راضي ٿئي ٿو. بيشڪ اي ابراهيم اسان تولاءِ ڏکارا آهيون.

**ڏوهٽي جو ڏک :** حضرت اسامہ ﷺ فرمايو تہ اسان رسول ڪريم ﷺ جي مجلس ۾ ويٺا هئاسين. سندن نياڻي (حضرت بي بي زينب رضي الله عنها)جو خادم آيو عرض ڪيائين. يا رسول الله توهان جي نياڻي توهان کي سڏي رهي آهي. سندس ٻچڙو وفات کي قريب آهي. پاڻ فرمايائون منهنجي نياڻي کي چئو تہ "بيشڪ الله جو ڪجهہ واپس وٺي ان جي شيءِ آهي، جو عطا ڪري تہ بہ ان جي ئي هر چيز آهي. ان وٽ هر چيز جو وقت مقرر آهي. صبر ڪيو ۽ ثواب جو طلب ڪيو." ان خادم سندن پيغام پهچايو. حضرت زينب ٻيهر پيغام موڪليو ۽ قسم ڏنو تہ محبوب ضرور اچن. پوءِ پاڻ هليا ۽ ساڻن گڏ اُسامہ ۽ معاذ بن جبل، اُبَيّ بن ڪعب، ۽ عُبادَہ اصحابي بہ ساڻ هيا. جڏهن ٻارڙو سندن اڳيان آندو ويو تہ ان وقت دم پرواز ٿي رهيو هيس. پاڻ ٻارڙي کي گود ۾ کنيائون ۽ پاڻ روئڻ لڳا. عُبادہ ﷺ سندن ڳوڙها ڏسي عرض ڪيو تہ يا رسول الله هي ڇا آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ :

الرَّحْمَةُ الَّتِي جَعَلَهَا اللَّهُ فِي بَنِي آدَمَ وَإِنَّمَا يَرْحَمُ اللَّهُ مِنْ عِبَادِهِ الرُّحَمَاءَ[1]

---

[1] صحيح البخاري(115/9) صحيح مسلم(635/2) مسند أحمد(113/36) سنن ابن ماجه(506/1)

هي رحمدلي (جا ڳوڙها آهن) جيڪا الله آدم جي اولاد ۾ رکائي آهي. الله تعاليٰ به انهن ٻانهن تي رحم ڪندو آهي جيڪي رحم ڪندڙ آهن.
هن حديث پاڪ تي غور ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته :

- محبوب ڪريم ﷺ تمام گهڻا رحمدل هيا.
- ٻچڙن يا عزيزن جي وفات تي ڳوڙها ڳاڙڻ گناهه نه آهي بلڪه عين سنت آهي.
- اُهي ماڻهو سنگ دل آهن جن جون اکيون ڪڏهن عزيز جي جدائي ۾ ڳوڙهو نه ٿيون ڳاڙن. اُهي رحمدلي ۽ شفقت کان محروم آهن.
- رحمدل انسان ئي الله جي رحمت جا حقدار آهن.
- ڪنهن جي فوتگي مهل عزيزن کي ان وٽ وڃڻ به سنت آهي.
- الله رحمت وارو رحمان ۽ رحيم آهي. ان کي رحم وارا ٻانها پسند آهن.

## مادر جي مزار تي حاضري:

حضرت ابو هريره رضي الله عنه فرمايو ته نبي ڪريم ﷺ الله پاڪ کان اجازت وٺي جڏهن مقامِ ابواءَ وٽ پنهنجي امڙ جي قبر پاڪ وٽ آيا ته پاسي ۾ ويهي، زاروزار رنا.
ڪين روئندڙ ڏسي موجود اصحابي به بيحد رنا. حضرت بريره رضي الله عنه فرمايو ته اسان ساري زندگي محبوبن کي ڪڏهن به ايترو روئندي ڪونه ڏٺو جيترو پنهنجي امڙ جي مزار تي رنا.

(مسلم، مسند احمد)

**ڏاڏي جو ڏک :** جڏهن محبوبن ڪريمن ﷺ جي ڏاڏي جناب عبدالمطلب جي وفات ٿي ۽ سندس جنازو ڪڻي هلڻ لڳا تہ پاڻ پويان پويان روئندي پيا آيا.

**رُقيہ لاءِ رقت :** حبيب ڪريم ﷺ کي بدر ۾ اطلاع مليو تہ سندن نياڻي حضرت سيده رقيہ رضي الله عنها وفات فرمائي وئي آهي. پاڻ نهايت غمگين ٿيا. سندن اکين مان ڳوڙها جاري ٿي ويا. جڏهن پاڻ واپس مديني آيا ۽ نياڻي جي قبر تي آيا تہ فرمايائون: "عثمان بن مظعون وٽ چڪو، رقيہ تون بہ ان سان وڃي مل."

رسول الله ﷺ جا اُهي لفظ ٻڌي عورتن ۾ روج پئجي ويو. حضرت عمر رضي الله عنه عورتن کي ائين روئندو ڏسي منع ڪرڻ لڳو. پاڻ فرمايائون تہ "عمر انهن کي روئڻ ڏي. دل ۽ اکين جي روئڻ ۾ حرج ناهي، پار نہ ڪيجن." حضرت فاطمہ رضي الله عنها ڀيڻ جي قبر تي آئي ۽ روئڻ لڳي. حضرت حبيب ڪريم ﷺ جن پنهنجي چادر جي ڪناري سان سندس ڳوڙها اگهندا رهيا.

**ميت کي چمڻ ۽ روئڻ :** حضرت بي بي عائشہ رضي الله عنها فرمايو تہ :

أَنَّ رَسُولَ اللَّهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ قَبَّلَ عُثْمَانَ بْنَ مَظْعُونٍ وَهُوَ مَيِّتٌ وَهُوَ يَبْكِي وَعَيْنَاهُ تَهْرَاقَانِ [1]

---

[1] الشمائل المحمدية للترمذي (ص: 268) تحفة المحتاج إلى أدلة المنهاج (2/12) الأنوار في شمائل النبي المختار (ص: 220) أسد الغابة (3/589)

حضرت عثمان بن مظعون ﷛ جي ميت کي پاڻ ڪريم ﷺ چمي ڏني سندن اکين مان لڙڪ وهي رهيا هئا.

## ممنوع ۽ مذموم روئڻ:

روئڻ رب کي پسند آهي پر اُهو روئڻ جو رب ڪاڻ هجي. جو روئڻ دنيا لاءِ آهي يا دنيا وارن لاءِ آهي، الله پاڪ وٽ ان روئڻ جو نَڪو اجر آهي نہ انعام آهي پر اُن روئڻ وارو رب وٽ جوابدار هوندو.

هڪ ڏينهن حضرت حسن بصري ﷬ جي مجلس ۾ هڪ شخص رڙ ڪري رنو. پاڻ ان کي فرمايائون:

لَيَسۡأَلَنَّكَ اللّٰهُ يَوۡمَ الۡقِيَامَةِ مَا أَرَدۡتَ بِهٰذَا[1]

قيامت واري ڏينهن الله تعاليٰ توکان ان جي باري ۾ ضرور پڇا ڪندو تہ ان روئڻ ۾ تنهنجو مقصد ڇا هيو؟ (ڪتاب الزهد امام احمد بن حنبل)

حضرت امام حسن ﷛ جي مجلس ۾ هڪ شخص رنو. پاڻ فرمايائون:

اِنۡ كَانَ لِلّٰهِ فَقَدۡ شَهَرۡتَ نَفۡسَكَ

وَاِنۡ كَانَ لِغَيۡرِ اللّٰهِ هَلَكۡتَ نَفۡسَكَ

اهو روئڻ اگر تنهنجو الله لاءِ هيو تہ تو پنهنجي نفس جي مشهوري ڪئي پر جيڪڏهن اهو تنهنجو روئڻ ڪنهن ٻئي لاءِ هيو تہ تو پنهنجي نفس کي برباد ڪري ڇڏيو.

---

[1] الإخلاص والنية (ص: 55) الرقة والبكاء (ص: 133)

مطلب تہ روئڻ ۾ پنھنجي مشھوري جي نيت نہ ھجي. غير کي راضي ڪرڻ جو غرض نہ ھجي. مقصود صرف الله جي رضا ھجي تہ ان روئڻ جو ئي رب وٽ اجر آھي.

## حضرت محمد بن واسع

فرمايو تہ مون اھڙا بہ مرد ڏٺا آھن جو اگر سندن مٿو ۽ سندن زال جو مٿو، ھڪ وھاڻي تي ھجي، ٻنھي جي ھيٺان وھاڻو ڳوڙھن ۾ پسي وڃي تہ بہ زال کي خبر نہ پوي تہ ڪو روئي رھيو آھي. (حلية الاولياء)

## حضرت حسان بن سنان

مالڪ بن دينار جي خدمت ۾ ايندو ھيو تہ سندس مجلس ۾ ايترا ڳوڙھا ڳاڙيندو ھيو جو سندس پھرياڻ جو اڳ آلو ٿي ويندو ھيو پر سندس آواز نہ ٻڌبو ھيو. (صفة الصفوة)

## ھينئن بہ ٿيندو آھي:

عن الحسن قال :

إِنَّ الْعَيْنَيْنِ لَتَبْكِيَانِ وَإِنَّ الْقَلْبَ لَيَشْهَدُ عَلَيْهِمَا بِالْكَذِبِ [1]

حضرت حسن فرمايو تہ بيشڪ اکيون روئنديون آھن ۽ دل انھن جي ڪوڙ جي شاھدي ڏيندي آھي.

معلوم ٿيو تہ روئڻ اھو ڀلو آھي جنھن جي سچائي جي دل بہ شاھدي ڏئي.

---

[1] الرقة والبكاء (ص: 46)

## حضرت ربيع بن خثيم رحمه الله

وڏي شان وارو تابعي هيو. حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه فرمائيندو هيس تہ: ”اي ربيع اگر رسول الله صلي الله عليه وسلم تو کي ڏسن ها تہ تو سان ڏاڍي محبت رکن ها. مان توکي هميشہ الله وارن مان ڏٺو آهي.“ اهو ربيع بن خثيم الله جي خوف ۾ ايترو روئندو هيو جو سونهاري مبارڪ پسي ويندي هيس. پوءِ فرمائيندو هيو تہ ”اسان اهڙن ماڻهن کي ڏٺو آهي جو اسان انهن جي ڏٺي چٽڪ چور آهيون.“ (صفة الصفوة)

## باب ڏهون

روئڻ رب پاڪ جو انعام آهي.

روئڻ دل جي نرم هجڻ جي نشاني آهي.

جڏهن دل سخت هجي تہ اکين جا نار خشڪ ٿي ويندا آهن، ان حال ۾ ڇا ڪجي جو خشڪ اکيون آبيار ٿي پون؟

روئڻ پيدا ڪرڻ جا ذريعا ڪهڙا آهن؟

الله جي ولين ڪاملن روئڻ پيدا ڪرڻ لاءِ ڪهڙا ڪهڙا جتن ڪيا؟

ڪي الله جا پيارا لوهارن جي بٺي تي وڃي ويهندا هئا، انهن جي باهہ جون ڇپيون ۽ چيراٽيون ڏسي جهنم جي باهہ ياد ڪري روئندا هئا. پر روئڻ پيدا ڪرڻ جو سڀ کان بهتر ۽ آسان طريقو ”الله وارن جي صحبت“ آهي.

## مِنو نالو الله جو

اَللهَ جِئن نالوءِ، تِئن مُون وَڏو آسِروءِ
خالِقَ! تُنهِنجي کانِدِ جو، پَرو پاندُ نہ کوءِ؛
نالو، ربّ! سَندوءِ، رَهِيو آهِم رُوحَ ۾.
وڏي سگهہ سندياءِ، پاجهن پيريو آهين،
مون تان مهر مَ لاهہ، آءٌ تنهنجي آهيان،
سَترُ کرِ سَتّارَ! آءٌ اُگهاڙي آهِيانءِ؛
ڏِکِئين ڏِکَطَارَ! ڏيئِي پاندُ پَناهَ جو.
جيڏو تنُهِنجو نانءُ، پاجَهہ بہ اوڏِيائي مَگّانءِ؛
رءِ ٿَنيين، رءِ ٿُوڻيين، تُون چَپَرُ، تُون ڇانءِ؛
کُڄاڙو کَهانءِ؟ توکي مَعلُومُ سَيَکا.
کَرِ کوپيرو کانِدَ! مُون نِماڻيءَ جي نِجهري؛
پِرين! تُنهِنجي پاندَ، ڏولا! ڏِکِي آهيان.

## روئڻ رب جو انعام آهي.

روئڻ دل جي نرمي جي نشاني آهي. جڏهن دل سخت هجي تہ اکين جا نار خشڪ ٿي ويندا آهن. سڪ ۽ سوز جي دانهن دل کان دور ٿي ويندي آهي. ان حال ۾ ڇا ڪرڻ گهرجي؟

خشڪ اکين کي ڪيئن آبيار ڪجي ان جا اسباب ڪهڙا آهن.

**پهريون ذريعو :** حضرت ابو هريره ﷺ فرمايو تہ حضرت حبيب ڪريم ﷺ جي دربار ۾ هڪ شخص آيو ۽ پنهنجي دل جي سختي جي شڪايت ڪيائين. پاڻ فرمايائون:

إِنْ أَحْبَبْتَ أَنْ يَلِينَ قَلْبُكَ فَامْسَحْ رَأْسَ الْيَتِيمِ وَأَطْعِمِ الْمِسْكِينَ [1]

جيڪڏهن تون چاهين ٿو تہ تنهنجي دل نرم ٿئي تہ :

1. يتيم جي مٿي تي هٿ ڦيراءِ.
2. مسڪينن کي ماني کاراءِ.

**ٻيون ذريعو : حضرت اويس قرني ﷺ جو طريقو :**

حضرت اويس قرني ﷺ جو طريقو هي هوندو هيو جو پاڻ لوهارن جي دڪان اڳيان وڃي ويهندا هيا. جڏهن انهن جي باھ ٻرندي هئي، ان مان باھ جا شعلا نڪرندا هئا، لوھ تپي لال ٿي ويندو هيو.

---

[1] الرقة والبكاء (ص: 62) مسند أحمد (13 / 22) المنتخب من مسند عبد بن حميد (2 / 336) مكارم الأخلاق للطبراني (ص: 350) أمالي ابن بشران الجزء الأول (ص: 301) فيض القدير (3 / 28) كنز العمال (3 / 177) المسند الجامع (17 / 528)

اهو ڏسي پاڻ جهنم جي باهه کي ياد ڪري روئندي روئندي ڪري پوندا هئا. ماڻهن جو ميڙ گڏ ٿي ويندو هيو، چوندا هيا ته چريو آهي.

اهڙيون روايتون حضرت طلحه، زبير ۽ عبدالله بن مسعود رضي الله عنهم اجمعين لاءِ به اچن ٿيون ته پاڻ لوهارن جي دڪان تي بيهي رهندا هيا ۽ روئندا هيا.

## دم پرواز تي ويس :

عَنۡ عَبۡدِالۡوَهَاب قَالَ : بَيۡنَا اَنَا جَالِسٌ فِيۡ الۡحَدَّادِيۡنَ بِبَلَغ اِذۡ مَرَّ رَجُلٌ فَنَظَرَ اِلىٰ النَّارِ فِي الۡكُوۡرِ فَسَقَطَ فَقُمۡنَا فَنَظَرۡنَا اِلَيۡهِ فَاِذَا هُوَ قَدۡمَاتَ (صفوة الصفوة :4-166)

حضرت عبدالوهاب فرمايو ته اسان بلخ جي شهر ۾ لوهارن جي دڪان تي ويٺا هئاسين ته هڪ شخص اچي لنگهيو. ان جڏهن پرندڙ ڌئونڪندڙ باهه ڏٺي ته ڪِري پيو. اسان اٿي ڏٺوسين ته انِ جو دم پرواز ٿي چڪو هيو.

## ٽيون ذريعو : صالحن جي صحبت :

روئڻ پيدا ڪرڻ جو افضل ۽ بهترين طريقو هي آهي جو اهڙن ماڻهن جي صحبت ۽ سنگت ۾ ويهجي جن جون دليون الله جي خوف ۽ خشيت ۾ لرزان ترسان هجن. جن کي صبح سانجهي الله ۽ ان جي حبيب ﷺ جي ياد تَن مَن ۾ رچيل بسيل هجي، انهن الله وارن جي صحبت دلين تان گناهن جي ڪٽ لاهي ٿي.

اها صحبت دليون اجاري ٿي اها صحبت اکيون رئاري ٿي.

**حضرت غزوان** ؒ هڪ ان جو سنگتي گڏجي حضرت عامر بن عبدالله جي صحبت ۾ آيا. سندس دروازو بند هيو. ٻاهران ٻُڌائون ته سندس روئڻ جو آواز اچي رهيو هيو. سندس آواز ۾ ايترو ته درد ۽ سوز سمايل هيو جو ٻڌڻ سان هي ٻه ٻاهران روئڻ لڳا. هُو اندر روئندو رهيو، هِي ٻاهر روئندا رهيا. آخر جڏهن دروازو کُليو ته ڏٺائين ته ٻنهين جون اکيون آليون هيون. چيائين توهان کي کهڙي شيءِ رئاريو؟ چيائون تنهنجي دردِ دل، سوزِ جگر اسان جون به ٻنبڻيون پسائي ڇڏيون آهن.

رهه تني سان رهه، جيڪي رهي تا چاڻن،
رهه نه ساڻ ٻين، متان رهي روح رنجائين.
اچ تني سان اچ، جيڪي اچي تا چاڻن،
اچ نه ساڻ ٻين، متان اچي اهنج پرائين.
وڃ تني سان وڃ، جيڪي وڃي تا چاڻن،
وڃ نه ساڻ ٻين متان وڃي واٽ وڃائين.
مِل تني سان مِل جيڪي مِلي تا چاڻن،
مِل نه ساڻ ٻين، متان مِلي مونجهه پرائين.
ويهه تني سان ويهه، جيڪي ويهي تا چاڻن،
ويهه نه ساڻ ٻين، متان ويهي وقت وڃائين.
روءُ تني سان روءُ جيڪي روئي تا چاڻن،
روءُ نه ساڻ ٻين متان روئي راز وڃائين.

## هڪ عورت جو عجيب واقعو

بصري جي شهر ۾ شعرانہ نالي هڪ عورت رهندي هئي. نهايت حسين وجميل هئي. ڪوڙي روئڻ ۽ پار ڪڍڻ ۾ وڏي مهارت رکندي هئي. جتي بہ ڪو ماڻهو مري ويندو هيو تہ اتي وڃي پئسن تي (ڪرايہ تي) روئندي ۽ پار ڪيندي هئي. بصري جا ماڻهو ان کي ڪرايہ تي پارن ڪڍڻ لاءِ وٺي ويندا هئا.

هڪ ڏينهن اها شعرانہ پنهنجي ٻانهين نوڪرياڻين سان گڏ بصري جي ڪنهن گلي مان گذري رهي هئي تہ هڪ گهر مان روئڻ جو آواز پي آيو. نوڪرياڻي کي چيائين تہ اندر وڃي ڏس تہ ڇا معاملو آهي؟ ڪو ماڻهو مري ويو آهي يا ڪو ٻيو سبب آهي. مون کي ڇو نہ اطلاع ڪيو اٿن؟ نوڪرياڻي اندر وئي تہ وري نہ آئي. وري ٻي نوڪرياڻي کي موڪليائين. اها بہ وئي نہ آئي. وري ٽين نوڪرياڻي کي موڪليائين. اها ٿوري دير ۾ واپس آئي. اچي ٻڌايائين تہ اندر هڪ الله جو ولي ٻانهو تقرير ڪري رهيو آهي. ٻيا ماڻهو الله جي خوف ۾ روئي رهيا آهن. شعرانہ چيو تہ آءٌ بہ هلي انهن تي ٺٺولون ۽ ٽوڪون ٿي ڪيان. شعرانہ جيئن اندر آئي الله جي وليءَ جي نوراني چهري تي نظر پيس ۽ سندس پُر سوز گفتار ٻڌائين تہ سندس دل ۾ الله جي خوف ۽ خشيت جي تپش ۽ گرمي پيدا ٿي جنهن ان جي لوهہ ڪان وڌيڪ سخت دل کي پگهرائي ميڻ مثل نرم بنائي ڇڏيو. بي اختيار روئڻ لڳي. اکين مان الله جي خوف جي لڙڪن جون واهيون وهڻ لڳس.

اڳي ڪوڙ جو روئندي هئي هاڻي سچ پچ روئڻ لڳي. جڏهن تقرير ختم ٿي تہ شعرانہ ان الله واري کي وچي عرض ڪيو تہ سائين جيڪڏهن آءُ الله جي در تي توبہ ڪيان تہ الله مون کي معافي ڏيندو يا نہ؟ بزرگ فرمايس تہ امان اگر تنهنجا گناهہ شعرانہ جي گناهن جيترا هوندا تہ بہ الله ڪريم ڪان معافي وٺنديءَ تہ الله تو کي بخشي ڇڏيندو. مائي روئي دانهن ڪري چيو تہ سائين اها گنهگار شعرانہ آءُ پاڻ آهيان. پاڻ فرمايائون رب فرمايو آهي تہ :

لَا تَقْنَطُوْا مِنْ رَّحْمَةِ اللّٰهِ اِنَّ اللّٰهَ يَغْفِرُ الذُّنُوْبَ جَمِيْعًا (الزمر:53)

الله جي رحمت مان نا اميد نہ ٿيو. بيشڪ الله سڀ گناهہ بخشي ڇڏي ٿو.

پوءِ ان عورت سچي دل سان الله ڪان معافي ورتي. چون ٿا تہ اها عورت وقت جي وڏي وليہ ٻانهي ٿي وئي.

هي الله وارن جي هڪ مجلس جو اثر آهي.

نگاہِ مرد مومن سے بدل جاتی ہیں تقدیریں
اگر ہو ذوقِ یقین پیدا تو کٹ جاتی ہیں زنجیریں

## ذاڪرن جي صحبت جو اثر :

هڪ شخص حضرت حسن کي عرض ڪيو تہ منهنجي دل تمام سخت ٿي وئي آهي ان جو ڪو علاج ٻڌايو. پاڻ فرمايائون تہ :

اُدْنُه مِنَ الذِّكْرِ : ان کي الله جي ذڪر جي ويجهو ڪر.

امام احمد ڪتاب الزهد ۾ سندن ان قول جي تشريح ڪندي فرمايو

آهي تہ : اُذُنُه مِنَ الذِّكْرِ    اَي مِمَّنْ يَذْكُرُ

ذڪر جي ويجهو ڪرڻ مان مراد آهي ذڪر وارن جي ويجهو ڪر.

**هڪ وليہ ٻانهي جو روئڻ بابت فرمان :** حضرت ذوالنون مصري رحمة الله عليه فرمايو تہ آءٌ هڪ رات ڪنعان جي وادي ڪان اچي رهيو هيس. رات جي اونداهي ۾ هڪ ٻانهي جنهن کي اوني جبو ۽ برقعو پهريل هيو. هٿ ۾ لٺ ۽ ڪوزنرو هيس، سامهون اچي رهي هئي. سندس زبان تي هيءَ آيت هئي :

وَبَدَا لَهُمْ مِّنَ اللّٰهِ مَا لَمْ يَكُوْنُوْا يَحْتَسِبُوْنَ (الزمر:47)

جو انهن جي گمان ۾ بہ نہ هيو اُهو الله جي طرفان ٿيو.

مون کان پڇيائين تون ڪير آهين؟ مون چيو آءٌ مسافر آهيان. چوڻ لڳي تہ ڇا خداوند ڪريم بہ ساڻ هجي ۽ پوءِ بہ ڪو مسافر تي سگهي ٿو؟ حالانڪہ الله پرديسين جو انيس، هيڻن جو همراهہ آهي. حضرت ذوالنون فرمايو تہ سندس ڳالهيون ٻڌي مون کي روئڻ اچي ويو. چوڻ لڳي تہ "روئين ڇو ٿو؟" مون چيو تہ زخم تي مرهم لڳي ويو. چوڻ لڳي تہ تون اگر سچو آهين تہ ٻڌاءِ تہ رُنين ڇا لاءِ؟ مون چيو تہ ڇا سچو نہ روئندو آهي؟ چيائين تہ نہ. مون چيو ڇو؟ چيائين تہ روئڻ دل جي تسلي لاءِ هوندو آهي، جنهن سان غم گهٽبو آهي. غمگين ان جي پناهہ وٺندا آهن. آه و زاري ڪان وڌيڪ ٻي ڪا بہ چيز لڪائڻ جي نہ آهي. روئڻ اولياءِ ڪرام وٽ ضعف جي نشاني آهي.

ائين چوندي جهنگل ۾ روپوش ٿي وئي ۽ آءٌ سندس ڳالهين تي عجب ڪندو رهجي ويس. (روض الرياحين)

هي ته هڪ الله جي وليہ ٻانهي جو پنهنجو خيال هيو پر حقيقت ۾ روئڻ دلين لاءِ راحت آهي. روئڻ غمن کي هلڪو ڪندڙ آهي. روئڻ نہ هجي ته جيڪر دليون غمن ۾ پاره پاره ٿي وڃن. روئڻ عاشقن عارفن جي دلين جي تسڪين جو ذريعو آهي.

## روئڻ نہ اچي ته ڇا ڪجي؟

حديث پاڪ ۾ آهي ته هڪ ڏينهن حضرت حبيب ڪريم ﷺ جن پنهنجي اصحابن کي فرمايو ته آءٌ اوهان کي سورة "الهاڪم التڪاثر" پڙهي ٿو ٻڌايان پوءِ جو به شخص رُنو ان لاءِ جنت آهي. پوءِ پاڻ تلاوت ڪيائون. صحابہ مان ڪي رنا ڪي نہ رنا. پوءِ نہ روئڻ وارن مان هڪ شخص عرض ڪيو ته يا رسول الله! اسان روئڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر اسان کي روئڻ نہ آيو. پاڻ فرمايائون آءٌ ٻيو ڀيرو اوهان تي سورة الهاڪم التڪاثر ٿو پڙهان پوءِ جو شخص رنو ته ان لاءِ جنت آهي ۽ جنهن کي روئڻ نہ اچي ته اهو روئڻ وارو نمونو بنائي.

(اخرجه الحكيم الترمذي في نوادر الاصول)

## تخمِ تاثير، اثرِ صحبت:

هيءَ هڪ مڃيل حقيقت آهي ته جهڙو ٻج هوندو اهڙو فصل پيدا ٿيندو. جهڙي صحبت ملندي اهڙو رنگ ڍنگ نصيب ٿيندو. ان ڪري صالحين ۽ ڪاملين جي صحبت ۾ ويهڻ گهرجي جيئن دل نرم ٿئي.

قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين ﷫ جي صحبت ۾ اهڙي تاثير هوندي هئي جو ڪٺور دل ماڻهو به هڪ ئي صحبت ۾ نرم دل بنجي پوندا هئا. سندن صحبتن ۾ اڪثر فقيرن مٿان روئڻ ۽ جذبي جي ڪيفيت طاري رهندي هئي. هڪ ڀيري سندن خليفو سيد نصير الدين شاهه جذبي جي حالت ۾ بار بار هي بيت پڙهي زارو زار روئي رهيو هيو.

قسم تنئي خدا جو هلي آهلي آ، چوٽڪاري جي ٻي نہ ڳلي آ

پوءِ مراقبي بعد ٻين فقيرن به غزل پڙهڻ شروع ڪيا. سڀني تي جذبي جي حالت طاري ٿي. ڪو به جذبي کان خالي نہ هيو. ڪنهن ڪپڙا پئي ڦاڙيا. ڪو سندن قدمن تي ڪِري پيو.

راقم الحروف جون عصرِ حاضر يا ماضي قريب جي جن بزرگن اولياءِ ڪرام ۽ صلحاءِ اعلام سان روبرو ملاقاتون ٿيون جن ڪي روئندي ڏٺم تن مٺيادار مَردن جا ڪجهه واقعا هن باب ۾ بيان ڪيان پيو. انهن عظيم انسانن مان حضرت مرشد ڪريم سهڻا محبوب الاهي جو ذڪر بطور خاص ڪيان پيو. حضرت قبله مشوري صاحب، حضرت سائين مير محمد لوڙهائي، حضرت قبله سائين قمبر وارا بادشاهه، حضرت سچڻ سائين ادام الله شفقتهم

(الله شال مٺان هميشه راضي رهي)

سان روئندڙ رهاڻين جو ذڪر ڪيان پيو. جن کي پڙهي دل مسرور ٿي ويندي ۽ اکيون آليون ٿي پونديون.

مون سي ڏنا ماءُ، جن ڏنو پرينءَ کي،
تني سندي ڪا، ڪري نہ سگهان ڳالهڙي.

مون سي ڏنا ماءُ جني ڏنو پرينءَ کي،
رهجي اچجي راتڙي تن جُنگن سندي جاءِ،
انهن جي ساجاءِ تُرهو تري تار مان.

**عرضِ حال:**

هي ڪتاب آءٌ تيستائين مڪمل نہ ٿو سمجهان جيستائين آءٌ انهن اکين جو ذڪر نہ ڪيان جن ڪي مون پاڻ روئندي ۽ ڳوڙها ڳاڙيندي ڏٺو آهي. پنهنجي زندگي ۾ ڪيترن ئي دردمند اهلِ محبت، اهلِ معرفت عارفن ۽ عاشقن سان ملاقاتون نصيب ٿيون اٿم. ڪيترن روئڻ وارن رهبرن سان روح رهاڻيون نصيب ٿيون اٿم. انهن روئڻ وارين اکين جو ذڪر نہ ڪيان تہ ڪتاب اڌورو رهندو.

بيشڪ آءٌ انهن مٺيادار مردن جي واکاڻ جو پورو حق ادا نہ ٿو ڪري سگهان، جن جي رخسارن مٿان موتيءَ جهڙا چمڪندڙ لڙڪ تسبي جي داڻن وانگر قطارن ۾ ڪِرندي ڏٺم. پنهنجي پڙهندڙن لاءِ انهن روئندڙ رهاڻين جي ڪا جهلڪ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان. جن دردمندن جي واقعن ڪي پڙهڻ سان من اسان جون اکيون بہ آبيار ٿي پون. من اسان کي بہ **"روئڻ واري"** اک نصيب ٿي پوي. ڇو تہ ڪنهن عارف چيو آهي تہ:

نہ تنها عشق از ديدار خيزد * بسا کين دولت از گفتار خيزد

عشق رُڳو ديدار مان نہ ٿيندو آهي پر اڪثر ڪري محبوب جي گفتار ٻڌڻ سان بہ عشق اُٿي پوندو آهي. ڪنهن چيو آهي تہ:

يا رَهہُ پرين وٽ يا ڪَر پرينءَ جي پَچار،

انهن ٻنهين ڪان ڌارَ، شل قادر ڪنهن کي نہ ڪري.

## مرشدي و سيدي خواجہ محبوب الاهي

رحمۃ الله عليہ

خواجہءِ خواجگان، قيومِ زمان، قطبِ جهان، غوثِ دوران حضرت محمد "الاهي بخش" غفاري نقشبندي ﷫عرف "محبوب الاهي" جيڪي منهنجا والدِ گرامي مرشد مربي ۽ استادِ محترم هيا. جن لکن لطفن، ڪروڙن ڪَرمن، اڻاهہ احسانن ۽ بي حساب عنايتن سان هن عاجز کي پنهنجي پيار ۽ پاٻوهہ ڀري گود ۾ پاليو.

پاڻ صورت ۾ با جمال، سيرت ۾ باڪمال، قرب ۾ بي مثال هيا. منهنجي قلم کي ڇا مجال جو سندن اخلاق ۽ اوصاف بيان ڪري سگهان. روئڻ جي حوالي سان سندن پاڪيزه زندگي جا چند چشم ديد واقعا پيش ڪري رهيو آهيان. مون کي قسم آهي ان ذات جو جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، آءُ محبت ۽ عقيدت ۾ اچي ذرو بہ وڌاءُ نہ ٿو ڪيان بلڪ عين حقيقت بيان ڪري رهيو آهيان تہ :

**عاشقانہ مزاج :** سندن مزاج، طبيعت ۽ فطرت ننڍپڻ کان ئي عاشقانہ هئي. الله ۽ ان جي حبيب ڪريم ﷺ جي محبت ۽ الفت سندن رڳ رڳ ۾ رچيل هئي. ڪنهن بہ وقت ڪا محبت جي ڳالهہ ٻڌندا هيا، ڪو عشق جو بيت ٻڌندا هيا يا پنهنجي مبارڪ زبان سان ڪا پريںءَ جي پيار جي ڳالهہ ڪندا هيا تہ سندن اکين مان ڳوڙهن جي بارش برسڻ لڳندي هئي. بيشڪ ڪا دنياوي ڳالهہ هلي رهي هوندي هئي پر ان دوران يڪدم سندن ڪيفيت مٽجي ويندي هئي.

سندن روحاني رموز سان ۽ باطني فيوض سان، چپن جي چُر پُر سان، گوهر جهڙي گفتار سان، وسنديون ۽ واهڻ، ٿر ۽ بر، صحرا ۽ جبل، ڍُنگا ۽ پيٽيون، رَند ۽ پنڌ محمدي محبتن جي رنگ ۾ رنگجي ويا. پاڻ ضميرن جا زنگ لاهي سڪ جي صيقل سان انهن کي اجاري اڇو ڪيائون. شراب ۽ شباب جي شائقن کي سوز ۽ ساز رومي فڪر ۽ فلسفۂ رومي سان آشنا ڪيائون. اولياء الشيطان کي اولياء الرحمان بنايائون. ڪراڙن کي ڪتڻ سيکاريائون. جوانن ۾ جوت جاڳايائون، ٻڍن توڙي ٻارن ۾ دين جو شعور پيدا ڪيائون. پيرن فقيرن جي سنڌڙي سونهاري ۾ علم ۽ عرفان جو هڪ نئون باب رقم ڪيائون.

پاڻ انڪار ۽ تڪرار بجاءِ اقرار ۽ پيار سان پراون کي پنهنجو ڪيائون. سندن قرب جي ڪشش ويري به ويجها ڪيا، دشمن به دوست بنايا. اجهل ۽ اياڻا به صالح ۽ سياڻا ٿي پيا. پاڻ هزارن جي هجوم سان ملڻ ۾ ملول نه ٿيندا هئا. هرهڪ سان مشڪندي ملندا هئا. هر وقت سندن ننگر ۽ نياز جاري رهندو هيو.

جڏهن متن عشق الاهي جي ڪيفيت طاري ٿيندي هئي ته ان وقت ڪنهن کي به سندن اڳيان ڳالهائڻ جي جرئت نه ٿيندي هئي. جڏهن پاڻ نينهن جي نشي ۾ مدهوش ٿي ويندا هيا. محبت ۽ معرفت جي ڪيف ۽ مستي ۾ جڏهن پنهنجي ٻچڙن ٻارن کان، پر پنهنجو پاڻ کان به بي خبر ٿي ويندا هيا.

سندن مجلس ۾ محبت ۽ مستيءَ جو هِي عالم هوندو هيو جو هڪ پيري سندن محبت پري گفتار هلي رهي هئي. ماڻهو سندن ديدار ۾ سندن گفتار جي مٺاس ۾ بيخود هئا. پاڻ پلتي هنيون ويٺا هيا تہ هڪ نانگ آيو سندن گوڏي هيٺان اچي ويٺو. محبت جي ڪيف ۾ نہ ڪين خبر رهي نہ مجلس وارن کي سُڌِ رهي. جيستائين گفتگو هلندي رهي نانگ بہ ٻُڌندو رهيو.

هن فقير کي ننڍپڻ کان ئي سندن فيض پرين مجلسن ۾ صحبتن ۾ ويهڻ جو شرف حاصل ٿيو. جيئن اک کوليم تہ جيڪو رنگ منهنجي اکين ڏٺو ۽ ڏسنديون رهيون سو خالص عشق الاهي ۽ حب رسول ﷺ سان سرشار صبغة الله وارو پاڪ رنگ هيو. گهر ۾ يا ٻاهر اکين اڳيان اهو مقدس ماحول ڏٺم، جيڪو منهنجي رڳن ۾ رچي ويو. روح ۾ رَسي ۽ وَسي ويو. مون ائين ڏٺو تہ حضرت جن جي زندگي جو مقصد ئي ماڻهن جي تربيت ڪرڻ هيو. هر متعلق ماڻهو کي رُشد و هدايت جي راهن سان همڪنار ڪرڻ هيو. هڪ مصلح ۽ مربي لاءِ اهم ڳالهہ هوندي آهي مجلسن ۽ محفلن لاءِ صاف ۽ پاڪ ۽ پر اثر ماحول پيدا ڪرڻ. جنهن کي ڏسي هر اچڻ وارو پاڻ کي هڪ نئين دنيا ۾ محسوس ڪري. منهنجي سمجهہ ۾ تہ جيستائين ڪنهن بہ مصلح ۽ مبلغ جو مجلسي ماحول درست نہ آهي تہ ان جي تبليغ ۽ رشد و هدايت جو اهو اثر پيدا نہ ٿو ٿي سگهي جهڙو ٿيڻ گهرجي. پر جڏهن مجلس روحانيت جي رنگ ۾ رنگيل هجي تہ ان مجلس مان انوارات

جي بارش برسڻ لڳي ٿي اهڙي مجلس جي هڪ گهڙي کي سو سال جي بي ريا عبادت کان افضل چيو ويو آهي.

یک زمانه صحبتِ با اولیا * بهتر از صد ساله طاعت بی ریا

انهن مجلسن ۾ ئي ماڻهن جون تقديرون تبديل ٿينديون آهن ۽ رخ جهان بدلبو آهي. حضرت جن جي حياتي مبارڪ جو وڏو حصو انهي مجلسن ۾ مصلي تي ويٺي گذريو.

سندن مجالس ۾ سُنبل جي سُرهاڻ ۽ محبت جي مهماڻ هوندي هئي. جنهن ساري سَر کي سُرهو ڪري ڇڏيو. ڪڏهن هي شعر آلاپيندا هئا:

پلي ڪئي پوُنرن جو واس وٺڻ آئيا،
تني کي ڪوُنرن، ڏنا هنڌ هيانوَ ۾.

مجالس ۾ بسا اوقات سندن حال هي هوندو هيو جو جڏهن محبوب حقيقي جي توحيد جي مذاڪري ۾ ايندا هئا ته سخت بي حال ٿي ويندا هئا. رات جي مجلسن ۾ مولا سائين جي وحدت جي درياء ۾ وجي پوندا هئا ۽ ڏاڍو روئندا هئا. ڏينهن جي محفلن ۾ بہ جماعت جو عجيب حال هوندو هيو. جيڪو دل سان سندن وعظ يا تقرير ٻڌندو هيو تہ روئڻ کان سواء پيو ڪو بہ ڪم نہ هوندو هيس. مستورات ۾ بہ جڏهن مراقبو ۽ وعظ ٿيندو هيو تہ انهن جو بہ اهو حال ٿي ويندو هيو. ڪا بہ عورت روئڻ ريءَ نہ رهندي هئي. جن ڏينهن ۾ پاڻ لاڙ ۾ آيل هئا، مولانا عبد الڪريم جت جيڪو پاڻ وڏي علم ۽ عقل

وارو هيو ۽ گاڏيون پنهنجي گهراڻي جون پرائي آيو جنهن ۾ سندس پٽ، پائيتا، پائر، نهون ۽ نياڻيون هيون. حضرت جن اڳيان عرض ڪيائين عمر افراد وچائي ڇڏيم. هاڻي هي ٻچڙا ميڙ وني آيو آهيان، ڪو رحم ڪرم فرمايو تہ اسان پنهنجي رب کي سچاڻون ۽ الله تعاليٰ جا تي رهون ۽ مَرون. پاڻ جڏهن بيان فرمايائون تہ انهن سڀني جي دل جي دنيا بدلائي ڇڏيائون. ڏوهي ٻنجي دليون ڏوتائون.

**مجلسِ محبت**: هڪ ڏينهن درگاهہ ڪرمپور شريف دادو ۾ پاڻ حويلي شريف ۾ فجر جي سنت پڙهيون ويٺا هئا تہ ٻاهر مسجد ۾ لائوڊ تي فقير محمد حسين ملاح ڪافي پڙهي رهيو هو:

پنهل کي ڏيندس مان ڏوراپو ڏکن جو،
قدر ڪون ڪيو تو نماڻيءَ نذر جو.

پاڻ زاروقطار روئي رهيا هئا. سُڏڪن جو سلسلو جاري هيو. سبحان الله ڇا تہ ڪين درد جي چوٽ لڳل هئي! نمازِ فجر مسجد ۾ اچي ادا فرمايائون پوءِ فقير محمد حسين کي دوباره ساڳي ڪافي پڙهڻ جو حڪم فرمايائون. پوءِ فرمايائون تہ الله جي ذاڪرن جو اندر رڏيو پيو هوندو آهي. وري جي ڪا عشق جي ڪافي ٻڌندا آهن تہ ڇڻ ڦٽن تي لوڻ ٻرڪجي پوندو آهي. صوفين ۽ الله جي عارفن جي ڪلام ۽ ڪافين ۾ درد سمايل هوندو آهي.

ڪلامِ ڪاملان جان دارد

ڪاملن جي ڪلام ۾ ساهہ هوندو آهي.

باقي ٻيا شاعر ائين قافيا ۽ رديف ملائي مصرعا جوڙن ٿا انهن ۾ نہ حظ هوندو آهي ۽ نہ چس هوندي آهي. خود نبي ڪريم ﷺ بہ حضرت حسان رضي الله عنه ۽ ٻين اصحابن کان شعر پڙهائيندا هئا. محبت ۽ جذبي جي هڪ گهڙي بہ تمام قيمتي هوندي آهي. حديث شريف ۾ آيو آهي:

جَذْبَةٌ مِنْ جَذَبَاتِ الْحَقِّ تُوَازِي عَمَلَ الثَّقَلَيْنِ. [1]

حق واري جذبي جي هڪ دانهن ٻنهين جهانن جي عملن کان ڀلي آهي.

**حضرت شاهہ عبد اللطيف ڀٽائي** رحمة الله عليه لنواري وارن بزرگن سلطان الاولياء رحمة الله عليه وٽ ويو. بزرگن فرمايس تہ تنهنجي منزل مٿي ڪنداسين پر اهي روج راڙا سرود سڀ بند ٿي ويندا. فرمايائين تہ سائين اهڙي منزل ئي نہ کپي جو هي فراق وڇوڙو، درد جون دانهون بند ٿي وڃن. شاهہ سائين درد ۽ فراق کي وصال تي ترجيح ڏيندي فرمايو آهي تہ:

ڏورِيان، ڏورِيان، مَ لَهان! شالَ مَ مِلان هوتَ!
مَنَ اَندَرِ جا لوچَ، مَجُنِ مِلَڻَ سان ماٺِي ٿِئي.

فرمايائون: اسان تي عشق ۽ مستي وارو حال گهڻو غالب ٿي ويندو آهي. پوءِ ٻيون ڳالهيون ڪري ان خيال کي مَٽائيندا آهيون. جيڪڏهن ان طرف خيال جاري رکون تہ

---

[1] تفسير الرازي . مفاتيح الغيب أو التفسير الكبير (4 / 134) تفسير النيسابوري ، غرائب القرآن ورغائب الفرقان (2 / 20) روح البيان (4 / 486) قال ابو فلاح هذا من كلام ابو عبد الرحمان السلمي انظر شذرات الذهب في أخبار من ذهب (4/357)

هي تبليغ وارو ڪم بند ٿي ويندو. عشق جي شورش ۽ مستي بي خود ڪري ڇڏي ٿي. محبت جو حال ڏاڍو لذيذ آهي.

درد دل کے واسطے پیدا کیا انسان کو، ورنہ طاعت کے لئے کچھ کم نہ تھے کرو بیاں

درد حاصل کن کہ درماں درد تست، داروئے جاں درد و عالم درد تست

گربود ایں درد دامنگیر تو، بس بود ایں درد دائم پیر تو

## اکيون منهنجي عجيب جون :

آه!! عشقِ الاهي ۽ نينهن جي نشي ۾ اُهي مخمور اکيون! جي سدائين ساجن جي سِڪ ۽ سوز ۾ اجايل ۽ آليون رهنديون هيون. اهي پُسيل پنبڻيون جن محبوب جي محبت ۾ لکين لڙڪ وهايا هئا. برهه جي باهه جي ٻَـڙي ڪي ٿڌن ساهن ۽ لڙڪن جي لشڪر سان اجهائڻ واريون اُهي اکڙيون. اُهي اکيون جن محبت جا موتي هاريندي راتيون وهائي ڏينهن ڪيا. ڏينهن گذاري راتيون ڪيون. سانوڻي جي مِينهن مثل گجندڙ ۽ وسندڙ ڪڪرن وانگيان ڳوڙهن جو سيلاب وهائيندڙ اکيون.

متان ڪرين مِينهن مون سان ريس روئڻ جِي،
"طالب مولا" سان تہ ڪيا ناحق وڏا نينهن،
تنهنجا ٻہ ٽي ڏينهن، منهنجي موسم سپ ڪا.

آءُ ڪيئن وساريان انهن سوز ڀرين سُڏڪن ڪي، انهن عشق جي آهُن ۽ آلاپن ڪي، جيڪي رات جي تنهاين ۾ منهنجي ڪنن ۾ گوجندا هئا. جڏهن پاڻ تهجد جي نماز پڙهي، مصلي تي ويهي، مِٺي ٻوليءَ ۾ الله جو اسم پاڪ جهونگاريندا هيا. عجيب سماءُ هوندو هيو. ڪاري رات اونده انڌوڪار ۾ جڏهن پاڻ مٺي ٻولي جهونگاريندا هيا تہ چٽڪ

در و ديوار بہ ساڻن هم آواز ٿي ويندا هئا. وري جڏهن ڏينهن جي اُجالن ۾ پاڻ ذڪر الاهي جُهونگاريندا هئا تہ ڇٽڪ پکي پکڻ بہ ساڻن گڏ جهومڻ لڳندا هئا. جڏهن پاڻ صوتِ دائودي سان هي بيت جهونگاريندا هيا تہ سندن نيڻن مان ڳوڙهن جا نِيانَ وهي هلندا هئا. مون کي اها رات ياد نہ آهي جنهن رات ۾ پاڻ هي بيت پڙهي رنا نہ هجن. هر رات ۾ هي بيت جهونگاريندا هيا ۽ هر رات ۾ روئندا هيا.

منهنجا محبوب توسان دل اڙي آ،
وئي سُورن اندر ۾ سا سڙي آ.
اندر ۾ يار جا پارڻ پريا هن،
جگر جيرا منهنجا سارا سڙيا هن.
منهنجا محبوب لهي وڃ ياد گيري،
روئي روئي منهنجي ٿي وئي ٿئي پيري.
روئي روئي ٿيا ٿم حال هيٺا،
نہ ڪن ٿيون ڪو اثر ڦڪيون ۽ ڦيٽا.
وري ڦيرو ڪندين منٿڙا ڪڏهن تون؟
مَنهِ مسڪين جي ايندي ڪڏهن تون؟
منهنجا محبوب تو ڇو مُنهن مَٽايو؟
سُورن ۾ تو مِٺا ڇو آ رهايو؟
اُتي اڌ رات جو آهُون ڪيان ٿو،
ڪري ياد تو کي دانهون ڪيان ٿو.

**صبح واري مجلس :**

پاڻ دربار شريف تي هر اسلامي مهيني جي ٻارهين تاريخ جلسو ملهائيندا هيا. ان جلسي ۾ هميشه سندن صبح جي مجلس حال واري هوندي هئي. رات جو تقرير هوندي هئي، صبح جو تلقين هوندي هئي. رات جو قال ته صبح جو حال هوندو هيو. صبح جو هميشه اول ڪنهن فقير کي قرآن پاڪ جي تلاوت ڪرڻ جو امر ڪندا هيا ان کان پوءِ ڪا عشق ۽ محبت جي ڪافي پڙهڻ جو امر فرمائيندا هيا. پوءِ ته پاڻ به روئندا هيا، جماعت به روئندي هئي.

هڪ ڀيري هڪ مستاني فقير هيءَ ڪافي پڙهي :

جيئن ٿا ڏينهن لنگهن مارُو ياد ٿا پون،
منهنجا نيڻ روئڻ کان بس ڪون ٿا ڪن.

پوءِ ته عجيب سرمستي جو عالم هيو. هر هڪ ماڻهو حال کان بيحال هيو. پاڻ به ريهون ڪري روئي رهيا هيا.

هڪ ڀيري ڪنهن ماڻهو مديني شريف جي اذان جي ڪيسٽ هلائي ته پاڻ اوڇنگارون ڏئي روئندا رهيا.

هڪ مجلس ۾ ڪنهن هي غزل پڙهيو :

سگهو مِل محمد (ﷺ) منهنجو ساهه ساري،
پيو ڪير منهنجي اندر کي اُجاري.

ان غزل تي پاڻ بي انداز گريو فرمايائون.

ان ماڻهو جڏهن غزل پورو ڪيو تہ ان کي ٻيهر بہ ساڳيو غزل پڙهڻ لاءِ فرمايائون. ان طرح ان ماڻهو ڪيئي ڀيرا ساڳيو غزل پڙهيو. پاڻ ٻڌندا رهيا روئندا بہ رهيا.

**مجلس محبت وارن جي :**

دربار عاليہ فضل آباد شريف ماتلي ۾ ٻارهين شريف جي صبح تي مِٺن ماڻهن جو ميڙاڪو هيو. هزارين پروانا ۽ ديوانا گڏ هيا. فجر جي نماز بعد جيئن پاڻ تقرير لاءِ ڪرسيءَ تي جلوه افروز ٿيا، اجا بہ چار لفظ مس ڳالهايائون ۽ مٿن درد سوز ۽ روئڻ جي ڪيفيت زور پڪڙيو. سنڌن رخسارن مٿان موتين جي داڻن وانگر ٽپ ٽپ ڳوڙها وسڻ لڳا. ان گريہ جي گفتار ٻڌڻ سان ساري جماعت ۾ عجيب ڪيف طاري ٿي ويو. پوري مجلس ۾ هر طرف آهون ۽ دانهون، سُڏڪار ۽ ڏُسڪار شروع ٿي ويا. هزارن جي اجتماع ۾ ڪابہ اک روئڻ کان واندي ڪانہ هئي. هر طرف هاءِ هوءِ، فغان و فرياد، روڄ ۽ راڙو سوز ۽ ساز، ريهون ۽ ڪيهون هيون. جڏهن پاڻ درد ڀريئي آواز پنهنجي منٺڙي زبان سان ۾ هي بيت پڙهيائون.

ڪيان ٿو يار جون ڳالهيون اوهان سان،
سَليان ٿو سُور مان دل جا اوهان سان.
منهنجي محبوب دل موهي ويو آ،
اندر ۾ يار لنئون لائي ويو آ.
اندر ۾ يار جا پارڻ ٻريا هن،
جگر جيرا منهنجا سارا سڙيا هن.

منهنجا محبـوب لهـي وڃ يـاد گيري،
روئـي روئـي منهنجِـي تـي وئـي ٿئـي پيـري.

هاءِ الله پوءِ ڇا بيان ڪجي! ان وقت ڇا حال هيو؟ سڀ ماڻهو نوان پراڻا، مريد غير مريد سڀوئي سڏڪن ۾ هيا. ڪي مستي ۾ ڪپڙا ڦاڙڻ لڳا، ڪي پٿين سان ٽڪر هڻڻ لڳا. ڪي مستانه وار نچڻ لڳا. الغرض سرمستي جو عجيب عالم هيو. جن خوشنصيبن اها مجلس اکين سان ڏٺي سي ڀلارا! اڄ به شاهد آهن. مون پنهنجي زندگي ۾ اهڙي مجلس نه اڳ ڏٺي نه وري پوءِ ڏٺي. تقرير هلندي اچانڪ پاڻ ڪرسي تان اٿيا دستور مطابق آخري دعا به نه گهريائون ۽ ائين روئندا حويلي طرف هليا ويا. منهنجو خيال آهي ته جيڪڏهن پاڻ ٿوري دير اچا به ويهن ها ته ڪيترن جا هيانءُ ڦاٽي پون ها يا ڪي سندن ابرو جي تيغ سان شهيد ٿي پون ها. جڏهن پاڻ اٿي حويلي ڏي هليا ته خلق سندن چوڌاري پتنگن وانگر پريشان ڦري رهي هئي. پاڻ روئندا حويلي ۾ داخل ٿي ويا. پويان فقيرن جو عجيب مستي جو حال هيو.
فقيرَ هڪ ٻئي کي ڀاڪر پائي زاروزار روئي رهيا هيا. ڪنهن کي ننگر کائڻ جو خيال نه رهيو. روحاني غذا جسماني غذا کان بي پرواهه ڪري ڇڏيو هيو. هي سندن توجهه ۽ تصرف جي برڪت هئي.

کسی کے ایک آنسو سے ہزاروں دل تڑپتے ہیں،
کسی کا عمر بھر رونا یونہی بیکار جاتا ہے

**نندپڻ کان نينهن :** روئڻ تہ ڪين جڻڪ ڏاج ۾ مليو هيو. نندپڻ کان سندن مزاج عاشقانہ هئي. نهايت نرم و گداز دل جا مالڪ هيا. سندن نندپڻ جو واقعو آهي تہ سندن پاڙي مان ڪو ماڻهو لڏي ويو تہ پاڻ پاڙيسري جي جدائي ۾ ٽي ڏينهن روئندا رهيا.

سندن نندپڻ جو هڪ ٻيو واقعو آهي تہ سندن ڳوٺ ۾ ملتان واري پيرن جي آمد ٿي. انهن سان گڏ هڪ شخص هي غزل پڙهندو پي آيو.

ڏور وڃي جن ڏينهڙا لايا، منهنجا سڄڻ سي آيا.

پاڻ اهو شعر ٻڌڻ سان زاروقطار روئڻ لڳا. سڀ ماڻهو ورائي ورائي ڏسڻ لڳا تہ هن ڇوڪري کي ڇا ٿيو آهي جو ايترو روئي رهيو آهي؟

پيدا ہوئے تو ہاتھ سینے پہ دھرے ہوئے
نا جانے ہم میں کب سے کس پر مرے ہوئے

منجهند جو وقت هيو پاڻ حويلي شريف ۾ کٽ تي ليٽيل هيا تہ هڪ پينو فقير مُرلي جي آواز ۾ هڪ شعر پڙهيو. اُهو آواز ٻڌڻ سان سندن حالت متغير ٿي وئي. پاڻ بي انداز روئندي پَٽَ تي ڪري پيا.

نہ بم داند آشفتہ سامان زیر، بآواز مرغے بنالد فقیر

سرود تہ ڇڏ پر پکيءَ جي آواز تي بہ فقير کي جذبو اچي ويندو آهي.

**رت بہ رنائون :** خليفي محمد حسين نانگري صاحب بيان ڪيو تہ هڪ ڀيري خانپور ۾ ٻارهين شريف جو موقعو هيو. رات جي مجلس ۾ تقرير لاءِ پاڻ ڪرسيءَ تي جلوه افروز ٿيا. جيئن ڪرسي تي ويٺا تيئن مٿن ڪيفيت طاري ٿي. پاڻ تقريباً ڏهہ منٽن تائين خاموش ٿي ويا.

سندن اکين مان لڙڪ وهندا رهيا. روئندا رهيا تانجو لڙڪن ۾ رت جي ڳاڙهاڻ نظر آئي. جماعت جو عالم هي هيو جو جيئن ککڙ کي تکبير ڏبي آهي تہ ڦٿڪندو آهي تيئن جماعت بہ ڦٿڪي ۽ تڙپي رهي هئي.

نيڻ نهاري منهنجا روئي روئي رت ٿيا،
جي هتان هوت ويا سي اچن تہ آجي ٿيان.

**محبت چيز مهانگي :** هڪ ڏينهن پاڻ منجهند جي وقت حويلي ۾ جلوه افروز هيا. ڪجھ جهونگاري رهيا هيا. محبت جا شعر پڙهي رهيا هيا. جڏهن هي شعر پڙهيائون تہ پاڻ بيحد رنا ۽ گھروارا بہ تمام گھڻو رنا.

دل چڙهي وئي آ دست پرينءَ جي، سا تہ آٽڻ آهي آٽانگي.
ماڻهن ليکي آ عشق سهانگو، پر محبت چيز مهانگي.
سر تيون سهيليون پلي پاڻُ سينگاريو، آءٌ تہ نينهن ڪئي آهيان نانگي.
اشرف شاھ چئي رب ميل اهي ئي، جيڪي جهنگ ۾ جهونگارن جهانگي.

**آھ سحر گاهي :** رات جي پوئين پهر نسيم سحر جا ٿڌڙا جهوٽا، غافلن کي نرم و گداز بسترن تي ننڊ ۾ مدهوش ڪري ڇڏيندا آهن پر جن جي اندر ۾ محبت جو مچ ٻريل هجي ان کي پلنگ پٿرياڻين تي ڪٿي ٿو آرام اچي؟ اهي ئي تہ لمحا آهن جن ۾ محبوب حقيقي پنهنجي مستانن کي قربئون قريب ڪندو آهي.

عطار ہو یا رومی غزالی ہو یا رازی * کچھ ہاتھ نہیں آتا بے آہ سحر گاہی

مرشد ڪريم محبوب الاهي ﷺ رات جي پوئين حصي ۾ سمهندا ئي نہ هيا. پوئين پهر اڪثر روئندي گذاريندا هيا. ديس پرديس صحت توڙي بيماري ۾، ساري زندگي، ڪڏهن بہ تهجد جي نماز نہ ڇڏيائون.

سِڪان ساريان سپرين ويل نہ وساريان،
اتي اٿر ويل جو آءٌ تي اوساريان،
ڏکيا سکيا ڏينهڙا گوندر ۾ گهاريان،
هنجون پئي هاريان آٿي آب اکين ۾.

هڪ رات جو ذڪر آهي پاڻ مصلي تي ويٺي رُنا، ايترو رنا جو سيءِ ماٺو گهر جا ستل بہ سجاڳ ٿي پيا، اهي بہ روئڻ لڳا. گهر ۾ ايترو روئڻ ٿيو جو پاڙي وارا پڇڻ آيا تہ ڪو ماڻهو فوت تہ نہ ٿي ويو آهي.

روئي روئي رات وهائي ڪيم ڏينهڙو،
سهڻن سپرين جي وائي هيم وات،
ڪنهين ويل نہ وسري لالڻ سندي لات،
”طالب“ ڪي هئي طلب ۾ تنهين جي تات،
اچي تي پريات تہ بہ اکيون آليون ئي رهيون.

ڪڏهن تہ ساري ساري رات روئندي گذري ويندي هين پوءِ صبح جو هي بيت پڙهندا هيا.

راتو رات نہ آئيو ويڙم ويل ٿري،
وٽِ سوريندي ولها ويڙهہ تيل بري،
راٽي ڪاڻ رڙي رات ولهامي ڏينهن ٿيو.

**روئڻو خليفو:** طريقت ۾ پاڻ قيوم زمان، قطبِ جهان، واقف علوم خفي وجلي حضرت خواجه محمد عبدالغفار عرف "پير مٺا" سائين ﷫ کان سلسله عاليه نقشبنديه ۾ خليفهءِ مجاز هيا.

پنهنجي مرشد ڪريم جي آستاني تي پاڻ "**روئڻو خليفو**" جي لقب سان مشهور هيا. اڪثرڪري ڪين صبح جي وقت تقرير لاءِ سڏيو ويندو هيو. جڏهن پاڻ تقرير ڪندا هيا ته ساري جماعت ۾ روڄ راڙو پئجي ويندو هيو. سندن مرشد ڪريم به سندن عشقيه گفتار تي تمام گهڻو روئندا هيا ۽ فرمائيندا هيا ته:

"يار کي ائين روئي پرچائبو آهي جيئن
هي خليفو صاحب روئي رهيو آهي."

جڏهن حضرت پير مٺا سائين خانپور ۾ آيل هيا. جنهن وقت سندن واپسي ٿيڻ لڳي ته پاڻ مرشدن جي سامهون هي بيت پڙهيائون. پاڻ ته زاروزار روئي رهيا هيا جماعت ته روئي رهي هئي پر خود حضرت پير مٺا سائين به زاروزار روئڻ لڳا. پاڻ سرائڪي جو هي بيت پڙهيائون.

ڪنهن سکھلايئ ناتے توڑݨ، دردمنداں نوں روندا چھوڑݨ،
وطن تے اپڻیاں واگاں موڑݨ، ھک دل کس ڳیوں ٻي کیڑوں آناں،
سسئ وانگر جوگݨ تھیساں، بھر بھر پیالے زھر دے پیساں،
جو دم جیساں کیچ ڈے ویساں، کیچ شھر دا ہے اعلیٰ شانا۔

**نماز ۾ روئڻ :** تهجد جي نماز پاڻ اڪثر روئندي پڙهندا هيا. هڪ ڀيري دربار فضل آباد شريف ماتلي ۾ پاڻ فجر جي نماز پڙهائي رهيا هيا. پهرئين رڪعت پڙهندي جڏهن :

اِيَّاكَ نَعۡبُدُ وَ اِيَّاكَ نَسۡتَعِيۡنُ

پڙهيائون تہ سندن گريہ شروع ٿي ويو. قرآن پڙهندا رهيا ۽ روئندا رهيا. ساري نماز سڏڪندي پڙهيائون.

**عشق الاهي:**

هڪ ڀيري مجلس ۾ پاڻ زروزار روئي رهيا هئا ۽ فرمائي رهيا هئا:"اڄ جي مجنون هجي ها تہ ليلا جون تعريفون ڪري ها، سسئي هجي ها تہ پنهنجي پنهل جون پچارون ڪري ها، سهڻي هجي ها تہ ميهار جون ڳالهيون ڪري ها، بيبي زليخا هجي ها تہ حضرت يوسف عليہ السلام جي واکاڻ ڪري ها. دوستو ! الله سان محبت ڪرڻ وارو بہ جيستائين پنهنجي محبوب جي ڳالهہ نہ ڪندو تيسين ان جي ماني پاڻي بہ زهر هوندو آهي. جيستائين محبوب حقيقي جي ڳالهہ نہ ڪندو تيستائين سک آرام قتل هوندس." پاڻ بي تحاشا روئي رهيا هئا ۽ هي بيت پڙهيائون:

عشق اوتارا ٿاهي ٿو يار جا، عشق ميخانا بنائي يار جا.<br>
عشق مندر اندر جا ڊاهي ڇڏي، ماسوا جا بُت پڇي پورا ڪري.<br>
عشق ۾ دردن سنديون دانهون ٿين، رات ڏينهن ۾ ڪُنَ جيئن درياءَ ڏين.<br>
عشق عقل جو لڳو آهي جهيڙو. ڪير نبيري ڪير ميان!!

بس هنن شعرن پڙهڻ سان پاڻ به سڏڪندا رهندا هيا ته پوري جماعت ۾ جذبو، روئڻ ۽ آه وفغان جو هُل مَچي ويو. ماڻهن جي حالت اهڙي ٿي وئي جيئن ڪڪڙ ڪي سير وجهبي آهي هر ڪو ڦٿڪي رهيو هيو. پوءِ پاڻ هي بيت پڙهيائون:

راتیاں ہوون وڈیاں وڈیاں، عشق ہووے اڈیاں اڈیاں،
سک لگی میکوں یار پنہل دی، روز روواں کر رڑیاں رڑیاں۔
خیال کو کسی آہٹ کی آس رہتی ہے، نگاہ کو کس صورت کی پیاس رہتی ہے،
تیرے بغیر کسی چیز کی کمی تو نہیں، تیرے بغیر طبیعت اداس رہتی ہے۔

## بزرگن ۾ عالمن ۾ پهريون نمبر هيو

سنڌ جي مشهور نعتيه شاعر جناب محترم "الله ڏنو" صاحب سندن وصال تي هي مرثيو پڙهيو هيو.

محبوب الاهي بخش سهڻو هڪ شفا جو در هيو،
بزرگن ۾ عالمن ۾ پهريون نمبر هيو،
تو پُڏا هوندا زماني ۾ گهڻائي نامور،
آ پتائي پر جهلو ڪامل قلندر راهبر،
شمس تبريزي قطب سپ غوث پي تون ياد ڪر،
گوش ڏئي "محبوب الاهي" جي به پڌ تون هي خبر،
هي به منهنجي سنڌ ڌرتي جو جٽيو ڪونڌر هيو،
بزرگن ۾ عالمن ۾ پهريون نمبر هيو.

ناز جن تي آ نبيءَ کي سي سيئي عاشق جين،
مُلڪ مِلت جا محافظ خير انديشا رکن،
جو ڏسي طاقت انهن جي غير پيي ٿا ريس ڪن،
غير تي غيرت وچان سي شير جان اسري اٿن،
غير لاءِ محبوب "الاهي بخش" خود اٽتر هيو،
بزرگن ۾ عالمن ۾ پهريون نمبر هيو.
تو ٺئي سالن پڇاڻان رازدان پيدا وري،
خال تي پيو قوم ۾ اي آسمان پيدا وري،
هر صدي ۾ تو ٺئي فخرِ جهان پيدا وري،
هو سياڻي لاءِ پنهنجي قوم جو رهبر هيو،
بزرگن ۾ عالمن ۾ پهريون نمبر هيو.
جنهن جو اعليٰ شان پرور جو جهين تي پيار هو،
عشق هو اظهار جنهن جو نينهن ۾ نروار هو،
جاتي ويهي ڪر تصور ٿيندو ات ديدار هو،
قدرتي ان روشني جو هي ٻـ هڪ پاور هيو،
بزرگن ۾ عالمن ۾ پهريون نمبر هيو.
اصل ڪان آهيان مديني واري سائين جو غلام،
ان متي محبوب جي ڪل عاشقن کي پي سلام
سائين جي تعريف ڳائڻ وارا جاتي ڪاتي جام،
انشاء الله لست ۾ "الله ڏني" جو هوندو نام،

مـڙن مسـڪينن مثـان هـي ڇـانوءِ ڇپـر هيـو،
بـزرگن جي عـالمن ۾ پهريـون نمبـر هيـو.

الله پاڪ سندن مزار پاڪ تي ڪروڙين رحمتون نازل فرمائي.

دل میں جلن ہے نالہء سوزاں سے پوچھ لے،
ہاں میرا حال دیدہءِ گریاں سے پوچھ لے،
نورِ نظر کی دیدہءِ گریاں سے پوچھ لے،
یعقوب کا الم مہءِ کنعاں سے پوچھ لے،
گل کا فسانہ بلبلِ نالاں سے پوچھ لے،
سرخ آنسوں کی لعل بدخشاں سے پوچھ لے،
خوں ہو کے آنکھ سے دلِ بیتاب بہہ گیا،
پہلو میں اک رفیق تھا وہ بھی نہیں رہا۔

جن ڪي ڏورُ ڏردَ جو، سبق سُورَ پڙهنِ؛
فِڪرَ فُرَهِي هٿ ۾، ماٺ مُطالع ڪنِ؛
پَنو سو پڙهنِ، جنهن ۾ پَسن پِرينءَ ڪي.

## لوڙهائي لال سان رَسُ رهاڻ

شريعت جا رهبر، طريقت جا گوهر، معرفت جا ماهر، ولي ابنِ ولي حضرت سائين مير محمد لوڙهائي ﷺ جهڙا هيا صورت جا سهڻا تهڙا هيا قربن ڀريا. جهڙي هُيَنِ گفتار ۾ رسُ ۽ مٺاس تهڙي هئي منجهن محبت ۽ پياس. تصنع بناوت ۽ سجاوٽ کان بلڪل پري رهڻ وارا هيا. نياز ۽ نوڙت جا تہ منجهن مڻ هئا. مون پنهنجي زندگي ۾ ڪنهن بہ بزرگ ۽ شيخ طريقت ۾ اهڙي نيازمندي نہ ڏٺي. پاڻ پيار ۽ پاٻوهہ محبت ۽ قرب سان ڏارين کي بہ دوست بنائي وجهندا هيا.

هڪ ڀيري شهر ڪنڊياري جي پرسان ڪنهن جلسي ۾ شرڪت لاءِ حاضر ٿياسين. واپسي ۾ دل چيڪ ڪاڏي تہ لوڙهي واري سائين جي زيارت ڪندا وڃون. جڏهن سندن آستاني تي پهتاسين تہ معلوم ٿيو تہ پاڻ حويلي ۾ آهن. ٿوري دير ۾ پاڻ تشريف فرما ٿيا. ڪير جهڙا سفيد ڪپڙا، قدآور جوان، سونهاري بلڪل سفيد، ڪشادي پيشاني، چمڪدار چهرو، ڳچيءَ ۾ انگوشو پيل، سفيد چادر ويڙهيل. ائين پي لڳو تہ ڄڻڪ ڪو آسماني فرشتو لهي آيو هجي. اسان اڳتي وڌي ملڻ لاءِ قريب ٿياسين. جڏهن ڀاڪر پائي ملياسين تہ ائين اهڙي پنهنجائپ محسوس ٿي جو ڄڻڪ سالن جا وڇڙيل جاني دوست جدائي جا جهورانا ڪاٽي اڄ وصل جي وادي ۾ پهتا هجن. سندن بدن مبارڪ مان عطر ۽ عنبر جون اوتون پي آيون.

پاڻ يڪدم رلهي وڇائي ان تي مون عاجز کي ويهڻ لاءِ فرمايائون ۽ پاڻ تڏي تي ويهڻ لڳا. سچ تہ اهڙي ڪامل ولي جي اڳيان رلهي تي ويهندي مون کي شرم پي آيو. آءٌ بہ رلهيءَ کي هڪ طرف رکي هيٺ ويٺس. سندن پهريان لفظ جيڪي منهنجي ڪنن ٻڌا، فرمايائون: ”مٺا خوش آهيو؟“ سندن مٺا چوڻ جي مٺاس اڄ تائين منهنجي من مان نہ نڪتي آهي. ماڻهو ڪين گهيري ويا، ڪو زور ڏيڻ لڳو، ڪو پنهنجا درد سور سڻائڻ لڳو. ٿوري دير ۾ پاڻ هن عاجز کي فرمايائون تہ هتي ماڻهو ڪونہ ڇڏيندا. هلو تہ اندر ٿا هلون. پوءِ پاڻ پنهنجي قرب جي پاڪر ۾ ڪري هن عاجز کي اندر هڪ حجري ۾ وٺي ويا. مون کي ان وقت ڏاڍي شرمساري ٿي جڏهن پاڻ هن عاجز کي زبردستي پنهنجي سيراندي ڪان ويهارڻ لڳا ۽ مون جهڙي بدڪار ناچيز جي جتي پاڻ سڌي ڪرڻ لڳا. مون هٿ ٻڌي عرض ڪيو تہ قبلا آءٌ بدڪار گنهگار هرگز ان اعزاز جي لائق نہ آهيان. مون کي شرمسار نہ ڪيو. پاڻ فرمايائون ابا! تون الله وارو آهين. الله وارن جو اولاد آهين. تنهنجي مٿان الله وارن جو سايو آهي. تون منهنجي حق ۾ دعا گهر. سندن اهڙي قربدارين کي ڏسي مون کي روئڻ اچي ويو. مون روئندي عرض ڪيو تہ قبلا آءٌ اوهان بزرگن ڪان دعا وٺڻ آيو آهيان. فرمايائون مون وٽ هزارين مهمان اچن ٿا پر توجهڙو مهمان ڀاڳن تي ايندو آهي. هتي هر ڪو دنيا جي خاطر دعائون گهرائڻ اچي ٿو. ڪو بہ محبوب جي پرچائڻ جو رستو پڇڻ وارو نہ آهي. پوءِ پاڻ حال احوال پڇيائون.

عرض ڪيم رات فلاڻي ڳوٺ ۾ جلسو هيو، ان ۾ شريڪ ٿيس. هاڻي خاص اوهان جي زيارت ۽ دعا پنڻ لاءِ آيو آهيان. پاڻ فرمايائون ته "ابا! اُجاري پاڻي کي ڳوليندي آهي يا پاڻي اُجاري کي ڳوليندو آهي؟ عرض ڪيم اجاري پاڻي کي ڳوليندي آهي. فرمايائون پوءِ ڇو ٿا در در هلندا وتو. گهر جي ڪنڊ ۾ ويهي مُنهن مونن ۾ پائي وجود جو ورائي ويهي الله الله ڪيو. جنهن جي نصيب ۾ هدايت هوندي سو پاڻهي اچي فيض وٺندو. پوءِ پاڻ هي نقل بيان فرمايائون:

**نقل** : هڪ شخص ڪنهن بزرگ جو مريد هيو. ان بزرگ جي صحبت ۾ گهڻو ايندو هيو. ان جو آفيسر بزرگن کي نه مڃڻ وارو هيو، اهو ان کي روڪيندو هيو ته مرشد وٽ نه وڃ. هڪ ڀيري ان آفيسر کي ڪا مشڪل آئي. چيائين ته ان بزرگ کي آزمائي ڏسان. دعا گهرايان ته جي منهنجي مشڪل حل ٿي وئي ته پوءِ ان جي بزرگي کي مڃيندس. اهو آفيسر بزرگ وٽ آيو. ان وقت پاڻ به ٻاهر نڪتا. حمام دستو هٿن ۾ هُين ڪنهن مريد کي سڏيائون دوا گهوٽڻ لاءِ. اتفاق سان ان ٘هل ڪوبه مريد حاضر نه هيو. ان آفيسر بزرگ کان حمام دستو ورتو ۽ دوا گهوٽڻ شروع ڪيائين. دوا کي رڳڙي پيو ته ان مان آواز لا اله الا الله جو پيو اچي. هڪ طرف گهَڪي ڏيڻ سان لا الٰه ٻئي طرف گهَڪي ڏيڻ سان الا الله جو آواز پيو اچي. ان آفيسر کي اهڙو لطف ۽ سرور آيو جو دوا گهوٽيندي ان ذڪر ۾ مست ٿي ويو. دوا ته پيسجي وئي پر هي ان مستي ۾ ٽي ڏينهن ٽي راتيون حمام دستو هلائيندو رهيو.

سو ابا! جنهن جو نصيب چڱو هوندو سو پاڻهي اچي حاصل ڪندو. در در وڃڻ جي ضرورت نہ آهي. پوءِ فرمايائون تہ پلا جي هرو ڀرو جلسا ڪيو ٿا تہ رات جو نہ ڪيو، رات جو جلسو ڪبو تہ ماڻهن کي هدايت نہ ٿيندي. باقي ماڻهن کي چار فائدا ٿيندا.

1. جاڳڻ جو اجر ملندو.
2. قرآن پڙهڻ جو ثواب ٿيندو.
3. عالمن صالحن جي زيارت جو اجر ملندو.
4. جيڪڏهن وعظ ڪرڻ وارو عالم بريلوي هوندو تہ گهڙي گهڙي درود پڙهائيندو اهو درود پڙهڻ جو اجر ملندو.

اهي چار فائدا ضرور ٿيندا باقي هدايت نہ ٿيندي.

پوءِ پاڻ محبت جا مذڪور شروع ڪيائون تہ سندن اکين مان لڙڪ سانوڻ جي مينهن مثل وسڻ شروع ٿي ويا. پوءِ پاڻ هن عاجز کي فرمايائون تہ ابا! ڪا محبت جي ڳالهہ تہ ڪري ٻڌاءِ.

مون عرض ڪيو تہ حضرت پير سائين روضي ڌڻيؒ هڪ ڏينهن فرمايو تہ ابا عاشق ٿياسين پر عدن نہ ٿياسين. مريدن پڇيو تہ سائين عدن جي ڳالهہ ڪيئن آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ عدن نالي هڪ فقير هوندو هيو. نار جي ڳاڌيءَ تي ويٺي نار هڪليائين تہ اتان سونارن جي ڄڃ اچي لنگهي. ان نار جي ڀرسان هڪ وڏو وڻ هيو. اتي ان ڄڃ مانجهاندو ڪيو. عدن جون ٻہ ڪنوار جون اکيون چار ٿي ويون. ٻئي هڪ ٻئي جي عشق جا قيدي ٿي پيا. ڄڃ جڏهن شام جو رواني ٿي تہ

عدن پنهنجي محبوب کي ويندو ڏسي وڻ تي چڙهي نهارڻ لڳو. جيئن جيئن جج پري ٿيندي ٿي وئي تہ عدن بہ مٿي چڙهندو ٿي ويو. آخر اها سنهين تار جنهن تي عدن بيٺل هيو سا ڀڄي پئي. عدن اچي هيٺ ڪِريو، ڳاٽو ڀڄي پيس ۽ مري ويو. ان کي اتي وڻ جي پاسي ۾ دفن ڪيائون. ڪنوار بہ جڏهن ستاوڙي تي واپس آئي تہ نار تي محبوب کي ويٺل نہ ڏسي معلوم ڪيائين. جڏهن حال حقيقت جي خبر پيس تہ پڇيائين تہ ان جي قبر ڪٿي آهي؟ جڏهن قبر تي آئي تہ رڙ ڪري ڪِري ۽ دم پرواز ٿي ويس. قبر کُلي پئي ۽ ان ۾ غائب ٿي وئي. پوءِ قبر کوٽي ڏسن تہ قبر ۾ صرف عدن آهي. ڪنوار جو نالو نشان نظر نہ آيو. هي مجاز جي يڪرنگي هئي جو عدن پنهنجي محبوب کي پاڻ ۾ جذب ڪري ورتو. پوءِ پير سائين روضي ڌڻي فرمايو تہ:

**"ابا عاشق ٿيا سين پر عدن نہ ٿيا سين."**

جڏهن هي عاجز اها ڳالهہ بيان ڪري رهيو هيو تہ لوڙهي وارا سائين بيحد روئي رهيا هيا. پاڻ ايترو رنا جو سندن انگوشو بہ ڳوڙهن ۾ آلو ٿي ويو. پوءِ پاڻ مون کي ڍاڍيون دعائون ڏنائون. فرمايائون اڄ تو اسان جي دل تاري ڇڏي آهي. پوءِ بہ ٿي ڪلاڪن تائين راز نياز جون ڳالهيون ڪندا رهيا. اهڙيون ڳالهيون بيان ڪيائون جو مون نہ ڪنهن ڪتاب ۾ پڙهيون نہ بزرگن کان ٻڌيون.

حضرت قبلہ لوڙهائي سائين سان منهنجي ٻي ملاقات مڪي پاڪ مسجدالحرام ۾ باب العمره وٽ ٿي. پاڻ نماز ادا ڪري واپس وڃي رهيا

هيا تہ اچانڪ منهنجي مٿن نظر پئي. مون ڪين دعا لاءِ عرض ڪيو. پاڻ دعا لاءِ هٿ ڪنيائون. سندن مُنهن مبارڪ ڪعبة الله شريف طرف هيو. تقريباً ويہ منٽ ڪن دعا گهرندا رهيا ۽ سندن مبارڪ اکين مان لڙڪ وهندا رهيا.

## شيخ الاسلام
## حضرت قبلہ مشوري صاحب

محبت جي ميدان جا مرد، عشق جي درياء جا تارو، مجاهدي ۽ مشاهدي ۾ يڪتا، عالم رباني، مرشد لاثاني، علماء ۽ مشائخ جا ٻاد شاهہ، فيض ۽ هدايت جا چراغ، حضرت قبلہ محمد قاسم رحمة الله عليه "تاج ڏٺي بادشاهہ" رحمت الله عليہ زماني جا نباض هئا. عشقِ رسول سندن نَس نَس ۾ سمايل هيو. سندن دل عشق جي ڪُوري ۾ پڪل هئي. جڏهن بہ ڪو محبوبن جي ڳالهہ ڪندو هيو تہ يڪدم سندن نماڻا نيڻ وهي پوندا هيا. سندن هڪ پوٽي مون سان بيان ڪيو تہ جڏهن آخري ڀيرو پاڻ مديني پاڪ حبيبن جي حاضري ۾ ويا هيا تہ ايترو تہ رنا هيا جو سندن ڳوڙها زمين تي وهي هليا هئا.

هي منهنجي ننڍپڻ جي ڳالهہ آهي جڏهن اسان جي رهائش خانپور ۾ هئي. خبر پئي تہ خيرپور ناٿن شاهہ جي جامع مسجد ۾ هڪ جلسو آهي. چند دوستن سان گڏ آءٌ بہ ان مجلس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ پهتس. هر طرف ماڻهن جا هجوم هئا. اڪثر ماڻهن ڪي سائي رنگ جي چمڪدار ٽوپي پاتل هئي. ان ٽوپي کي "تاج شريف" پي چيائون. ماڻهن جو سمنڊ ڇوليون هڻي رهيو هيو.

اسان به مسجد شريف ۾ استيج جي سامهون اچي ويٺاسين. ان مهل جانڻ فقير ۽ ليمون فقير پڙهي رهيا هئا.

”تون هاٿي موت ڪانگلڙا سجڻ آيو آ بسم الله“

اچانڪ رڙ ٿي ته ”بادشاھ ڪريم اچي ويا“ هڪ طرف کان قبله سائين جن اچي رهيا هيا. نهايت نحيف بدن، لباس ۽ سونهاري سفيد حتيٰ ڪه پيرون به سفيد پي نظر آيا. ڇهري تي چمڪ هئي، ائين پي لڳو ڇٽڪ مٿن نور جون تجليون پئجي رهيون هجن. ٻن ماڻهن جي سهاري سان اچي رهيا هيا. منهنجي اها سندن پهرئين ۽ آخري زيارت هئي. مون دل ۾ پي سوچيو ته پاڻ ايترا نحيف آهن جو ٻن ماڻهن جي سهاري تي اچي رهيا آهن. سي تقرير ڪيئن ڪندا؟ پر جڏهن پاڻ تقرير ۾ شروع ٿيا ته ائين پي لڳو جيئن شينهن گجي رهيو هجي. پاڻ اجا چند جملا مس ڳالهايائون ته ماڻهن ۾ اوڇنگارن جا آواز اچڻ لڳا. پاڻ به روئندا رهيا ۽ جماعت به روئندي رهي. سندن تقرير جو عنوان حبيبن ڪريمن ﷺ جي ثنا هئي.

سندن هي لفظ مبارڪ اڄ به منهنجي ڪنن ۾ گونجي رهيا آهن ته :

”اسان جي امامن جي فتويٰ آهي ته مديني پاڪ جي اها ذرتي جنهن ۾ حضرت حبيب ڪريم ﷺ آرامي آهن. اها ذرتي ساري دنيا جي مسجدن کان پلي آهي. پر بيت المقدس ۽ بيت الله ۽ بيت المعمور کان به ان ذرتي جو شان مٿي آهي.“ پوءِ پاڻ گهڻي دير تائين روئندا رهيا ۽ جماعت به ريهون ڪري روئندي رهي.

## سرهندي جو سوز گداز:

آڳاٽن بزرگن جي سچي تصوير، عالمن جا پيشوا، صوفين جا رهنما، عابدن زاهدن جا مقتدا، حضرت پير محمد عرف ابراهيم سرهندي مدظلہ العالي پاڻ مجدد الف ثاني جي خانوادي جا چشم و چراغ آهن. پاڻ فاروقي فيض جا چمڪندڙ ستارا آهن. قاديانيت جا قاتل، وهابيت جا ويري آهن. ضلع عمر ڪوٽ جي شهر سامارو کان ڪجهہ ميل اتر طرف سندن آستانو گلزارِ خليل نالي سان معروف آهي.

نهايت وڏي چمار، جسم ۾ پيرسن پر روحانيت ۾ جوانمرد آهن. مون کي ساڻن پهرئين ملاقات ڪنري شهر هڪ ديني جلسي ۾ نصيب ٿي. پاڻ اسٽيج تي منهنجي بلڪل قريب ويٺل هيا. جلسي ۾ خصوصي خطاب هن عاجز جو رکيل هيو. جڏهن هن عاجز عشقِ مصطفيٰ ﷺ جي موضوع تي گفتگو شروع ڪئي ۽ محبت جا ڪجهہ ٻول ٻڌايا تہ مون ڏٺو تہ سندن اکيون ابرِ باران وانگر برسڻ لڳيون. عشق حبيب ﷺ جا چمڪندڙ موتي سندن ڳلن تان ڳڙندا، سفيد سونهاري کي پسائيندا، دامن کي تربتر ڪري رهيا هئا.

جيتري دير منهنجي تقرير هلندي رهي اوتري دير پاڻ روئندا رهيا. جلسي جي اختتام تي پاڻ هن عاجز تي تمام گهڻي شفقت فرمايائون. ڍير دعائون ڏنائون. فجزاه الله خير الجزاءِ.

## سراج الاولياءِ حضرت سيد غلام حسين شاهہ قمبر واري سائين جو روئڻ:

مخلوق جا پيشوا، سراج اولياء، عاشقِ باصفا، درياءِ جود و سخا، محبوب جي منڪرن مٿان خدائي تلوار، عاشقن جي قافلي جا سالار، جماعت اهل سنت لاءِ باعثِ افتخار، لکين ساهن جا سينگار، آلِ سيد المرسلين حضرت سيد ”غلام حسين“ شاهہ بخاري، غفاري مدظلہ العالي جن جو فيض ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ لکين دلين کي سيراب ڪري چڪو آهي. آلِ بني، اولادِ علي جو هي چشم و چراغ اهلِ وطن لاءِ مدني تاجدار پاران تحفو آهي. هڪ دفعي منهنجي ساڻن ملاقات ٿي. پاڻ هن عاجز گنهگار سان تمام گهڻي شفقت فرمايائون پنهنجي خلوتِ خاص ۾ ڪچهري جو شرف بخشيائون. هن عاجز کي فرمايائون تہ ”توهان جو والد منهنجو پيارو دوست هيو. درگاهہ رحمتپور شريف ۾ اسان گڏ اٿندا ويهندا هياسين. آءُ نئون هيس طريقت جي مسئلن جي مون کي خبر نہ هئي. مرشدن جو مون تي وڏو راز هيو. پوءِ بعض خليفا مون سان حسد ڪندا هيا، توهان جو والد ڪلاڪن جا ڪلاڪ مون کي ويهاري طريقت جا مسئلا ٻڌائيندا هيا. مون کي جيڪو اجازت نامو مرشدن ڪريمن عطا ڪيو هيو اهو بہ اوهان جي والد صاحب جي هٿن جو لکيل آهي. پوءِ پاڻ پنهنجي مرشدن ڪريمن جي زماني جون ڳالهيون ياد ڪري روئندا رهيا. پوءِ هن عاجز کي فرمايائون تہ توهان بہ گهڻو دين جو ڪم ڪيو ٿا.

فقير اسان سان خبران ڪندا آهن همت سان دين جو ڪم ڪيو. مخالفن جي مخالفت ڪان نہ ڊڄو." پوءِ آخر ۾ پاڻ لڙڪن هاريندي دعا گهرياؤن.

**مديني جو منظر :** هڪ ڀيري مدينہ منوره ۾ مسجد نبوي ۾ باب عثمان وٽ سائڻ ملاقات ٿي. حال احوال ٿي رهيا هئا تہ اوچتو عورتن جو روڄ راڙو دانهون ۽ ڪوڪون ٻڌڻ ۾ آيون. هزارين عورتون روئنديون رڙنديون ٻوڙنديون محبوبن ڪريمن ﷺ جي قدمن ۾ حاضري لاءِ وڃي رهيون هيون. جن کي ڏينهن ۾ ٻہ ڀيرا حاضري ۽ سلام جو موقعو ملندو آهي. اهي ڪيئي ڪلاڪ انتظار ۾ بيٺيون هونديون آهن. جڏهن ٽائيم ملندو اٿن تہ ويچاريون روئنديون رڙنديون حاضري لاءِ وينديون آهن. عورتن جي محبت جو اهو منظر ڏٺائون تہ پاڻ اوچنگارون ڏئي روئڻ لڳا ۽ فرمايائون تہ ڪتي ٻہ ائين عورتن روئندي ۽ رڙندي ڪونہ ڏٺيون اٿئون. هي محبوب جي سڪ آهي. مرد تہ مشتاق آهن پر عورتون ٻہ ڪيئن نہ محبوبن ڪريمن ﷺ لاءِ ماندیون آهن. پوءِ پاڻ گهڻي دير تائين روئندا رهيا. ڪمشنر حاجي هارون صاحب ٻہ سندن پاسي ۾ ويٺل هيو اهو ٻہ سندن ڳالهہ تي روئي رهيو هيو.

آگي ڪيا اکين نسوروئي نور،
الا ان اولياء الله لاخوف عليهم سچن ڪونهي سور،
مولي ڪيو معمور، انگ ازل ۾ ان جو.

## حضرت سچڻ سائين جي هڪ مجلس جو منظر

ظاهري ۽ باطني علمن جا ماهر، شريعت جا رهبر، طريقت جا گوهر، تقويٰ ۽ طهارت علم و حڪمت جا پيڪر، ولي ابن ولي حضرت خواجہ محمد طاهر عرف "سچڻ سائين" مد ظلہ العالي صورت ۽ سيرت، گفتار ۽ ڪردار ۾ بي مثال، غفاري فيض جا سرچشما آهن جن جي صحبت بابرڪت ۾ هزارين انسان راهہ راست تي اچي رهيا آهن. الله پاڪ سندن فيض ۽ برڪت ۾ مزيد برڪتون عطا فرمائي.

**هڪ ڀيري** غوث الزمان شيخ المشائخ، قطب الاقطاب حضرت پير مٺا سائين ؒ جي عرس مبارڪ ۾ دربار غريب آباد شريف ۾ شرڪت جي سعادت نصيب ٿي. صبح جي وقت مسجد شريف ۾ عُشاقن جو محبت ڀريو ميڙ هيو. ڪافي تعداد ۾ علماء و مشائخ مدعو هيا. ختم شريف جي دعا بعد علماء و خلفاء تقريرون ڪيون. بعد ازان اسپيڪر ۾ سندن خطاب جو اعلان ٿيو. پاڻ صفِ اول ۾ مصلي تي ويٺل هيا. خيال هيو تہ پاڻ بيهي يا ڪرسيءَ تي ويهي تقرير فرمائيندا پر پاڻ ويٺي ئي بيان فرمايائون. جماعت ۽ مريد سندن ديدار لاءِ مشتاق هيا. اچانڪ درد ۽ سوز سان ڀريل، انڪسار ۽ عاجزي ۾ ٻڏل، سندن مٺڙو آواز آيو. پاڻ فرمايائون. "دوستو! منهنجو خيال هيو تہ مان توهان سان روبرو گفتگو ڪيان. پر هي منهنجو پير خانو آهي. هتي سڀ نيڪ صالح ٻانهن جو اجتماع آهي. هي عاجز پنهنجو گنهگار چهرو، توهان صالحن اڳيان ڪڍڻ جي لائق نہ ٿو سمجهي.

منهنجي تنگن منهنجو ساٿ نہ ڏنو جو آءُ پنهنجو مُنهن اوهان نيکن اڳيان کڻي ڏيکاريان.“ انکساري ۽ عاجزي ۾ پيريل سندن اهي لفظ ٻڌي هر اک اشکبار ٿي وئي. جماعت ۾ بي انداز گريہ چالو ٿي ويو. لائوڊ تي سندن سڏکن جا آواز ٻڌجڻ ۾ اچي رهيا هئا.

## سيد موريل شاھہ سائين جو انوکو انداز :

عالي همت، صاحبِ سخاوت، خاموش صفت، سائين سيد موريل شاھہ مدظلہ العالي حضرت غوثِ اعظم بغداد واري سائين جي خانوادي جا نور نظر آهن. ڪافي ڀيرا مدينہ طيبہ ۾ ساڻن ملاقات جو شرف نصيب ٿيو آهي. مدينہ منوره ۾ رمضان المبارڪ جي هڪ سُهاني رات هئي. رات جا اڌائي وڄي رهيا هئا. هي عاجز مسڪين تاجدارِ حرم سيد العرب والعجم محبوب محمد ڪريم ﷺ جي بارگاھہ بيڪس پناھہ ۾ حاضري لاءِ پيش ٿيو. سيدالڪونين جي اڳيان نماڻا نياز ۽ سلام پيش ڪيم. مواجہ شريف وٽ سائين سيد موريل شاھہ ان حال ۾ ڏٺم جو ڳچيءَ ۾ پانڌ پايون بيٺا هيا. سندن اکيون لڙڪن جو مينهن وسائي رهيون هيون. ان حال ۾ مسلسل ٻہ ڪلاڪ گذري ويا. مگر پاڻ پنهنجي جاءِ تان نہ هِليا.

سڄڻ ڏنو جن.تن ڏسڻ غير گناھہ،
جن لڌي راھہ، ويهڻ تني وِھُ ٿيو.
تَنُ وتو تحويل ۾، ساجن تنهنجي سڪ،
ڇاتي اندر ڇِڪَ، اٿم تنهنجي ازل کان.
عاشق آهيان ازلي، اڄ جي ناهي ڳالھہ،
مونکي محبت مالھہ، آهي روز الست کان.

## ڊرائيور يا ولي الله :

سن 1411ھ جو واقعو آهي جنهن سال مالڪ ڪريم حج اڪبر جي سعادت نصيب فرمائي. سفر جي آخري مرحلي ۾ جڏهن مديني شريف ڪان جدي شريف اچي رهيا هئاسين. چاليھ حاجي بس ۾ سوار هئا. عشاء جي نماز حرم نبوي ۾ پڙهي نڪتاسين. بس ڊرائيور "محمد" نالي مصري عرب هيو. چهرو نوراني، ٻولي مٺي عربي، پاڻ بہ ڏاڍو خليق ۽ شفيق پي لڳو. ڊرائيور سان گڏ واري اڳين سيٽ تي مون کي ويهاريو ويو. رات جو وقت هيو. مديني پاڪ کان چاليھ پنجاھ ڪلوميٽر ٻاهر نڪتاسين. ايئر ڪنڊيشنر جي ٿڌڙي هوا تي حاجي ننڊ ۾ خماريل هيا. ان ڊرائيور هن عاجز سان ڪچهري پي ڪئي. گفتگو ٿيندي رهي محبوبن جي محبت ۾ بلڪل محو ٿي ويو. مون کي چيائين ڪا نعت ٻڌاءِ. مون "قصيدي بُردي" جا ڪجھ شعر پڙهيا. جڏهن هي شعر منهنجي زبان تي آيو تہ :

يَا اَكْرَمَ الْخَلْقِ مَالِي مَنْ اَلُوذُبِهٖ

سِوَاكَ عِنْدَ حُلُولِ الْحَادِثِ الْعَمَمِ

اي ساري خلق ۾ عزت وارا محبوب! تو کان سواءِ ٻيو منهنجو ڪير آهي جنهن کان حادثہ عام جي نازل ٿيڻ وقت پناھ گهران!

اهو شعر ٻڌڻ وقت اهو سڳورو بيحد رنو. پوءِ پاڻ ڏاڍي سريلي ۽ مٺڙي آواز ۾ نعتون بہ پڙهي پيو ۽ گاڏي بہ هلائي پيو. پوئتي نهاريائين ڏٺائين تہ سڀ حاجي ستل هئا. پوءِ فرمايائين مون کي قسم آهي الله جي ذات جو تہ مون هڪ ڀيري سجاڳي ۾ محبوبن ڪريمن ﷺ جو هنن اکين سان

ديدار ڪيو آهي. اها ڳالهه ٻڌڻ سان منهنجي دل چاهيو تہ مان ان جون اکيون چمان، فرمايائين ڊرائيوري هڪ بهانو آهي جنهن سان بار بار مديني پاڪ اچڻ جو موقعو ملي ٿو. محبوب جي مهمانن جي خدمت ڪيان ٿو.

## سلطان العارفين جو ٻچڙو :

هي 1416هہ جي رمضان المبارڪ جي ڳالهہ آهي. مديني پاڪ جي حاضري دوران آءٌ روزانو ڪوشش ڪري اصحابِ صفہ جي چبوتري تي وڃي ويهندو هيس. اڪثر نمازون بہ اتي ادا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هيس. دل ۾ اهو تصور ڪندو هيس تہ هي اصحابِ صفہ جو مقام آهي جيڪا منهنجي آقا ﷺ جي پيارن پرديسين اصحابين جي ويٺڪ آهي. جي رات ڏينهن محبوبن ڪريمن ﷺ جو ديدار ڪندا هئا. حضور جي روحاني مدرسي جا طالب هئا. محبوبن جا مهمان هئا. پاڻ ڪريمن ﷺ پنهنجي پياري نياڻي فاطمة الزهراءِ سلام الله عليها کي فرمايو هيو تہ جيستائين صفہ وارن جي بک نہ لاهيندس تو کي نوڪرياڻي رکي نہ ڏيندس. اتي روزانو هڪ مرد صالح جي زيارت ٿيندي آهي.

گندمي رنگ، سفيد ريش، زاهدانہ طبيعت، پُر ڪشش چهرو، اڪثر وبيشتر قرآن پاڪ جي تلاوت ۾ مصروف رهندو هيو. هي رمضان المبارڪ جي سورهين تاريخ جي رات هئي. تراويح نماز پڙهي رهيا هئاسين. اهو مرد ڪامل منهنجي پاسي ۾ ويٺل هيو.

نماز ۾ سندس روئڻ جو آواز اچي رهيو هيو. نماز کان فارغ ٿياسين تہ خود بخود مون سان هٿ ملايائين ۽ پڇيائين تہ نقشبندي آهين؟ عرض ڪيم هائو. فرمايائين با يزيد بسطامي ﷫ واري سلسلي ۾ آهين؟ عرض ڪيم هائو. مون پڇيو اوهان ڪير آهيو؟ فرمايائين آءُ سلطان العارفين حضرت با يزيد بسطامي ﷫ جي اولاد مان آهيان. منهنجو نالو طيفور بن امين بن ابراهيم آهي. حضرت با يزيد جو نالو بہ طيفور هيو. پوءِ تہ ساڻس ڏاڍي پريت ٿي وئي. روزانو گڏ نماز پڙهندا هئاسين. ڪڏهن مون کي اچڻ ۾ دير ٿي ويندي هئي تہ پاڻ منهنجي لاءِ جاءِ رکيون ويٺو هوندو هيو. هن بزرگ جون اکيون اڪثر آليون ڏٺم. خاص ڪري نماز ۾ قرآن پڙهندو هيو تہ گهڻو روئندو هيو ۽ تلاوت ڪندي بہ اڪثر روئندو رهندو هيو.

**لکين انسانن جو روئڻ:**

رمضان المبارڪ جو مقدس مهينو هيو. مسجد نبوي شريف جو پرنور ماحول هيو. ترايح جي نماز شيخ علي عبد الرحمان الحذيفي پڙهائي رهيو هيو. جڏهن هيءَ آيت پڙهيائين:

وَمَا كَانَ اللَّهُ لِيُعَذِّبَهُمْ وَأَنْتَ فِيهِمْ وَمَا كَانَ اللَّهُ مُعَذِّبَهُمْ وَهُمْ يَسْتَغْفِرُونَ . [الأنفال: 33]

۽ الله ڪيئن انهن کي عذاب ڪري حالانڪ (اي حبيب) تون انهن ۾ موجود آهين ۽ الله انهن کي عذاب ڪرڻ وارو نہ آهي ان حال ۾ جو اهي بخشش گهرن ٿا.

جڏهن امام صاحب اها آيت پڙهي تہ زاروزار روئي رهيو هيو مسجد نبوي جماعت سان بلڪل ڀرپور هئي. لڪين ماڻهو بيڪ وقت روئڻ لڳا. مون پنهنجي زندگي ۾ ايترن ماڻهن جو ائين گڏ روئڻ ڪڏهن نہ ڏٺو هيو.

هي مختصر واقعات پنهنجي زندگي جون يادگيريون پيش ڪيم. الله پاڪ شال هن عاجز ناچيز گنهگار جا گناهہ معاف فرمائي. شال مون ڪي ۽ هن ڪتاب جي پڙهندڙن ڪي روئڻ واري اک نصيب فرمائي.

أُحِبُّ الصَّالِحِيْنَ وَلَسْتُ مِنْهُمْ
لَعَلَّ اللهُ يَرْزُقْنِي صَلاَحاً

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# مؤلفات دلبر سائين

| | كتاب جو نالو | ٻولي | فَنُ |
|---|---|---|---|
| (الف) ڇپيل كتاب | | | |
| 1 | قرآن مجيد جو سنڌي ترجمو | سنڌي | قرآنيات |
| 2 | توحيد و رسالت | اردو | عقائد |
| 3 | توحيد و رسالت | سنڌي | عقائد |
| 4 | اَيُّكُم مِثلِي | سنڌي | عقائد |
| 5 | مدینہ منورہ کی حاضری شریعت کے آئینے میں | اردو | عقائد |
| 6 | مديني جي حاضري شريعت جي روشني ۾ | سنڌي | عقائد |
| 7 | طريق الجنة | سنڌي | اوراد وظائف |
| 8 | ميلادِ مصطفيٰ ﷺ | سنڌي | سيرت |
| 9 | حفظ القرآن | سنڌي | تعليم و تربيت |
| 10 | اَلحديث والعلومه | سنڌي | علم حديث |
| 11 | العلم والعلماء | سنڌي | تعليم و تربيت |
| 12 | الاجتناب عن ضرب الطلاب | اردو | تعليم و تربيت |
| 13 | المساجد والمدارس | سنڌي | تعليم و تربيت |
| 14 | القلم | سنڌي | تاريخ |
| 15 | النِفَاقُ وَالمُنَافِقُون | سنڌي | عقائد |
| 16 | رَهنما | سنڌي | فتاويٰ نبويہ |
| 17 | الجِهادُ اَلجِهاد | سنڌي | تعليم و تربيت |
| 18 | مَواعِظِ حَسَنه (جلد اول) | سنڌي | مواعظ |

| 19 | مَواعِظِ حَسَنه (جلدٻيون) | سنڌي | مواعظ |
|---|---|---|---|
| 20 | مَواعِظِ حَسَنه (جلد ٽيون) | سنڌي | مواعظ |
| 21 | مواعظِ حسنه (جلد چوٿون) | سنڌي | مواعظ |
| 22 | مَواعِظِ گرميه | سنڌي | مواعظ |
| 23 | خوفِ خدا | سنڌي | مواعظ |
| 24 | پاڪيزه زندگي عرف گهر ۽ گهر وارا | سنڌي | تعليم و تربيت |
| 25 | پاکیزہ زندگی | اردو | تعليم و تربيت |
| 26 | عورتوں کے لئے نصیحتیں | اردو | تعليم و تربيت |
| 27 | خود ڪُشي | سنڌي | سماجيات |
| 28 | حُسنِ اخلاق | سنڌي | تعليم و تربيت |
| 29 | انقلاب مصطفیٰ ﷺ | اردو | سیرت |
| 30 | انقلابِ مصطفيٰ ﷺ | سنڌي | سيرت |
| 31 | وياج جي وبا | سنڌي | سماجيات |
| 32 | حسد جي باهه | سنڌي | سماجيات |
| 33 | دعا کی اہمیت | اردو | مواعظ |
| 34 | دعا جي اهميت | سنڌي | مواعظ |
| 35 | دوستي | سنڌي | تعليم و تربيت |
| 36 | قبر جي پڪار | سنڌي | مواعظ |
| 37 | شانِ اولياء | سنڌي | عقائد |
| 38 | جيئي سنڌ | سنڌي | تاريخ |
| 39 | سُني خطبات | سنڌي | مواعظ |
| 40 | عِمَادُ الدين | سنڌي | فقهه |
| 41 | فضائلِ شبِ برات | سنڌي | فقهه |

| 42 | فضائلِ رمضان | سنڌي | فقه |
|---|---|---|---|
| 43 | شوال ۽ اعمال | سنڌي | مواعظ |
| 44 | وسيلو | سنڌي | اوراد و وظائف |
| 45 | نگاهِ ڪرم | سنڌي | تصوف |
| 46 | روئڻ واري اک | سنڌي | تصوف |
| 47 | رونے والی آنکھ | اردو | تصوف |
| 48 | جاڳڻ واري اک | سنڌي | تصوف |
| 49 | عدل ۽ انصاف | سنڌي | سماجيات |
| 50 | شامتِ اعمال | سنڌي | تصوف |
| 51 | پوڙ ستايلن جي واهر ڪريو | سنڌي | سماجيات |
| 52 | دردن جو درمان | سنڌي | اوراد و وظائف |
| 53 | حق نُما | سنڌي | تصوف |
| 54 | سفرنامہ حرمين شريفين | سنڌي | سفرنامہ |
| 55 | سفرنامہ عراق و شام | سنڌي | سفرنامہ |
| 56 | سفرنامہ ترڪي | سنڌي | سفرنامہ |
| 57 | سفرنامہ امام شافعي | سنڌي | سفرنامہ |
| 58 | قَصِيدَةُ الكَرَم بِأَسمَاءِ سَيدِ العَربِ وَالعَجم | سنڌي | شاعري |
| 59 | اِياكَ نعبد وَاِياكَ نستعين | سنڌي | شاعري |
| 60 | اُلفت جو آواز | سنڌي | شاعري |
| 61 | گلدستہ الاهي | سنڌي | شاعري |
| 62 | پوڙ ڙي پوڙ | سنڌي | شاعري |
| 63 | سماج ڪي سنيهو | سنڌي | شاعري |
| 64 | سڪ نہ ڪٽي ساهہ | سنڌي | شاعري |
| 65 | روحاني رمزون (خودي ۽ خدا) | سنڌي | تصوف |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 66 | روحاني رمزون (قصا ڪاملن جا) | سنڌي | تصوف |
| 67 | روحاني رمزون (ڪاملن جا قول) | سنڌي | تصوف |
| 68 | طريق الهداية | سنڌي | تصوف |
| 69 | صِراطُ الصَّالحِين | سنڌي | تصوف |
| 70 | اعمال جا اثرات | سنڌي | تصوف |
| 71 | جيئڻ جا اصول | سنڌي | تصوف |
| 72 | پيغامِ حق | سنڌي | تصوف |
| 73 | ڊائري دلبر سائين (1995ع) | سنڌي | اخلاقيات |
| 74 | موبائل فون | سنڌي | عصريات |
| 75 | تمباکو کی تباہکاریاں | اردو | عصریات |
| 76 | سگريٽن جا سور | سنڌي | سماجيات |
| 77 | ٽڳيءَ جا تاهه | سنڌي | سماجيات |
| 78 | خطبو جتوئي عُلماءِ اهلِ سنت جي نظر ۾ | سنڌي | عقائد |
| 79 | اسلامي لباس | سنڌي | فقه |
| 80 | سائي چادر | سنڌي | فقه |
| 81 | ڪارو پٽڪو | سنڌي | فقه |
| 82 | ڇُمي | سنڌي | سماجيات |
| 83 | مَدينةُ المصطفيٰ ﷺ (جلد اول) | سنڌي | تاريخ |
| 84 | محبتِ رسول ﷺ | سنڌي | عقائد |
| 85 | شهداءِ ڪربلا | سنڌي | تاريخ |
| 86 | سوانح حيات پير مٺا سائين رحمة الله عليه | سنڌي | سوانح |
| 87 | تذڪرة الخلفاءِ غفاريه | سنڌي | سوانح |
| 88 | سوانح حيات پير محبوبِ الاهي مختصر | سنڌي | سوانح |
| 89 | سوانح حيات پير محبوب الاهي جامع | سنڌي | سوانح |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 90 | فرموداتِ محبوبِ الاهي | سنڌي | تصوف |
| 91 | تَذڪِرَةُ المَحمود | سنڌي | سوانح |
| 92 | ڪلامِ ڪليم | سنڌي | شاعري |
| 93 | ڪليمي گفتار | سنڌي | شاعري |
| 94 | زين العارفين ميان محمد عمر چنه | سنڌي | سوانح |
| 95 | اَلاَربعين في فضائل بَلد سيد المرسلين | عربي | حديث |
| 96 | الاربعين في مناقب الصالحين | عربي | حديث |
| 97 | نور الصدور | سنڌي | تصوف |
| 98 | جِلاءِ الصدور | سنڌي | تصوف |
| 99 | نيپاج فضائل و مسائل | سنڌي | فقه |
| 100 | يتيمن جا حقوق | سنڌي | فقه |
| 101 | صحت هزار نعمت | سنڌي | حڪمت |
| 102 | مسنون دعائون (دردن جون دوائون) | سنڌي | اوراد و وظائف |
| 103 | تعليم و تربيت | سنڌي | تعليم |
| 104 | جمالِ مصطفيٰ ﷺ | سنڌي | سيرت |
| 105 | فتح خيبر | سنڌي | تاريخ |
| 106 | ناقة الله | سنڌي | تاريخ |
| 107 | جنسي جرائم | سنڌي | سماجيات |
| 108 | ڪاروڪاري اسلام جي نظر ۾ | سنڌي | سماجيات |
| 109 | قصيده غوثيه | سنڌي | تصوف |
| 110 | ننهن لاهڻ | سنڌي | فقه |
| 111 | العرفان في حڪمة لقمان | سنڌي | تصوف |
| 112 | لائوڊ اسپيڪر | سنڌي | سماجيات |

| 113 | روحاني آواز | مشترڪ | شاعري |
|---|---|---|---|
| 114 | تحريڪ انصار المسلمين | سنڌي | تنظيميات |
| 115 | قلمي ڪاوشون | سنڌي | ادب |
| 116 | اليڪشن 2013ع | سنڌي | سياست |
| 117 | قرباني | سنڌي | فقھ |
| 118 | دل جي دنيا | سنڌي | تصوف |
| 119 | سون ورنيون ستون | سنڌي | تصوف |
| 120 | هي عرض اجايل اکڙين جا | سنڌي | شاعري |
| 121 | عورتن لاءِ نصيحتون | سنڌي | اخلاقيات |
| 122 | عورتن جا احڪام | سنڌي | اخلاقيات |
| 123 | زبان جا نقصان | سنڌي | تصوف |
| 124 | قدوة الاولياء | سنڌي | تصوف |
| 125 | محبت جو آواز | سنڌي | شاعري |
| 126 | ڪشف الستور في احڪام الموتيٰ و القبور | سنڌي | فقھ |
| (ب) اڻ ڇپيل ڪتاب | | | |
| 127 | اَلقُرآن وَنُزوله | سنڌي | قرآنيات |
| 128 | معرفت مصطفيٰ ﷺ | سنڌي | سيرت |
| 129 | عقائدِ اهلِ سنت | سنڌي | عقائد |
| 130 | نَبِيُنَا حَبِيبُنا | عربي | سيرت |
| 131 | مَعرِفَةُ الكِرَام بِأسَانِيدِ اَعلامِ بَابِ الاِسلام | عربي | تاريخ |
| 132 | اَلفِقهُ وَاُصوله | سنڌي | فقھ |
| 133 | اَلتَّصوّفُ وَسُلوكُه | سنڌي | تصوف |
| 134 | اَلكَشفُ وَحُصُوله | سنڌي | تصوف |

| 135 | اَلرُّؤيَا وَ تَعبِيرُهٗ (خوابن جو جهان) | سنڌي | علم النفس |
|---|---|---|---|
| 136 | اَلسِياسَةُ فِي الاسلام | سنڌي | سياسيات |
| 137 | اَلمَعيشةُ الاِسلامية | سنڌي | معاشيات |
| 138 | اَلخِلَافُ وَالاِختِلافُ | سنڌي | علميات |
| 139 | اَلموسِيقي فِي الاسلام | سنڌي | عصريات |
| 140 | تربية الاولاد | سنڌي | تعليم و تربيت |
| 141 | مَدينةُ المصطفيٰ (جلد ثاني) | سنڌي | تاريخ |
| 142 | عصري و فکري مسائل ۽ اسلام | سنڌي | عصريات |
| 143 | زندگي جو سفر | سنڌي | سماجيات |
| 144 | مواعظِ حسنہ (جلد پنجون) | سنڌي | مواعظ |
| 145 | مواعظِ حسنہ (جلد ڇهون) | سنڌي | مواعظ |
| 146 | مواعظ حسنہ (جلد اول) | اردو | مواعظ |
| 147 | هڪ سؤ حقيقتون | سنڌي | تصوف |
| 148 | ديوانِ ڪرم | سنڌي | شاعري |
| 149 | تيھ اکري | سنڌي | شاعري |
| 150 | فاتحة الکتاب و شرحہ في الابيات | سنڌي | شاعري |
| 151 | ديدارِ مصطفيٰ ﷺ | سنڌي | تصوف |
| 152 | پريمي جوڙا | سنڌي | سماجيات |
| 153 | خانقاهي نظام | سنڌي | تصوف |
| 154 | ڪوڙيون قبرون مفت خور مجاور | سنڌي | عقائد |
| 155 | ڳالھ جا مون ڪي وڻي | سنڌي | مشاهدات |
| 156 | ڪتيون منيون چنيون | سنڌي | متفرق |
| 157 | القلم والڪرم | سنڌي | تصوف |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 158 | مڪلي جا مشائخ | سنڌي | تاريخ |
| 159 | ميلادِ مصطفيٰ ﷺ | سنڌي | عقائد |
| 160 | رچي جي ريتي ٿيا | سنڌي | تصوف |
| 161 | دعا جا در | سنڌي | اوراد و وظائف |
| 162 | الصحة والعافية | سنڌي | طب |
| 163 | ذات نہ پڇي ذات | سنڌي | تصوف |
| 164 | نياڻين جا حقوق | سنڌي | سماجيات |
| 165 | حلال روزگار | سنڌي | معاشيات |
| 166 | عداوتون ۽ عنايتون | سنڌي | تصوف |
| 167 | سفر جو ساٿي | سنڌي | اخلاقيات |
| 168 | زاد الزائرين معلم الحجاج و المعتمرين | سنڌي | اخلاقيات |
| 169 | ابواب الخير | عربي | حديث |
| 170 | اولياء شناسي | فارسي | تصوف |
| 171 | بيت الله (موحدن جو ڪعبو) | سنڌي | عقائد |
| 172 | پاڻي (مسائل، فوائد ۽ مسائل) | سنڌي | سماجيات |
| 173 | هڪ مسلمان ڊاڪٽر | سنڌي | طب |
| 174 | ایمان اور اس کے تقاضے | اردو | عقائد |
| 175 | ديدار مدينے والے دا | سرائکی | سیرت |
| 176 | وڻڪار وڌايو | سنڌي | ماحوليات |
| 177 | آخر اوهان چاهيو ڇا ٿا؟ | سنڌي | معاشيات |
| 178 | پيرانِ پير محبوبِ سبحاني | سنڌي | سوانح |
| 179 | حج جي حقيقت (حج بابت مڪمل فقهي تاريخي معلومات وارو ڪتاب) | سنڌي | فقه |
| 180 | حج ۽ عمرو (ڪيسي ۾ ڪٽڻ وارو ڪتاب) | سنڌي | فقه |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 181 | اندر جو آواز | سنڌي | شاعري |
| 182 | Way to Paradise | English | Morality |
| 183 | Way to Hell | English | Morality |
| (ج) تعليق و تخريج ٿيل ڪتاب | | | |
| 184 | قوة السالکين | سنڌي | تصوف |
| 185 | خطباتِ محبوب الاهي | سنڌي | مواعظ |
| 186 | جامِ عشق | سنڌي | شاعري |
| 187 | مڪتوباتِ محبوبِ الاهي | سنڌي | تصوف |
| 188 | جلاء القلوب | سنڌي | تصوف |
| 189 | گوندر گهاريان ڏينهڙا | سنڌي | شاعري |
| 190 | نورالبصر | سنڌي | عقائد |
| 191 | ملفوضاتِ فضليه | اردو | تصوف |
| 192 | ملفوضاتِ پير مٺا سائين | سنڌي | تصوف |
| 193 | مڪتوباتِ غفاريه | اردو | تصوف |
| 194 | راحت القلوب (حضرت محبوب الاهي) | سنڌي | مواعظ |
| 195 | بهجت القلوب | سنڌي | تصوف |
| 196 | اخلاقِ محمدي | سنڌي | سيرت |
| 197 | تنوير القلوب | سنڌي | تصوف |
| 198 | سرور القلوب | سنڌي | تصوف |
| 199 | نور القلوب | سنڌي | تصوف |
| 200 | شرح فتوح الغيب | سنڌي | تصوف |
| 201 | رومي جون رمزون | سنڌي | تصوف |
| 202 | فضائل الصحابة | سنڌي | تاريخ |
| 203 | ڪشف الاسرار | عربي | تصوف |

| 204 | آواز | سنڌي | طبعيات |
|---|---|---|---|
| 205 | الهام ۽ اوهام | سنڌي | تصوف |
| 206 | لباس التقويٰ | سنڌي | تصوف |
| 207 | ست خوشنصيب | سنڌي | حديث |
| 208 | وک وک، جواجر | سنڌي | مواعظ |
| 209 | فيضانِ رمضان | سنڌي | مواعظ |
| 210 | جُوا جون تباهڪاريون | سنڌي | سماجيات |
| 211 | ڌرتي ۽ ماحول | سنڌي | ماحوليات |
| 212 | ڌرتي ۽ ان جا ڏنگ | سنڌي | جاگرافي |
| 213 | وڏيرا شاهي | سنڌي | سماجيات |
| 214 | انسان ۽ شيطان | سنڌي | نفسيات |
| 215 | ملائڪن جو جهان | سنڌي | عقائد |
| 216 | جِنن جو جهان | سنڌي | عقائد |
| 217 | رنگن جا احڪام | سنڌي | فقہ |
| 218 | معذورن جا احڪام | سنڌي | فقہ |
| 219 | وسوسا | سنڌي | نفسيات |

